# سنڌ جا سونهان ’شاهه ـ سچل‘

[شاهه لطيف ۽ سچل سرمست جي شاعريءَ جو فڪري اڀياس]

## حميد سنڌي




ناري پبليڪيشن

ناري ميڊيا سينٽر

443/3 صدر حيدرآباد

2019ع

**ناري پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر پنجهٺ هون**

ڪتاب جو نالو: سنڌ جا سونهان 'شاهہ سچل'
[شاهہ لطيف ۽ سچل سرمست جي شاعريءَ جو فڪري اڀياس]
ليکڪ: حميد سنڌي
ڇاپو پهريون: © نومبر 2019ع
ٽائيٽل ڊزائين: مور ساگر
لي آئوٽ: نصير مرزا
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
ڇپيندڙ: ساحل پرنٽرز رابعہ اسڪوائر حيدرآباد 03332634650
ڇپرائيندڙ: نذير ناز- ناري پبليڪيشن, ناري ميڊيا سينٽر
443/3 صدر حيدرآباد. فون: 2731165
قيمت: -/250 رپيا

## اسٽاڪسٽ

شاهہ لطيف ڪتاب گهر, گاڏي کاتو حيدرآباد.
پيتائي بوڪ هائوس اوريئنٽ سينٽر حيدرآباد+ حيدرآباد لا هائوس, سامهون حبيب بئنڪ اسٽيشن روڊ, حيدرآباد
شيريزدان بڪ اسٽال, ڀٽ شاهہ + حيدري ڪتاب گهر, ڀٽ شاهہ + ڪانياواڙ اسٽور, اردو بازار, ڪراچي.
حسين عامر نيوز ايجنسي, مين بس اسٽاپ, سجاول + لال بخش نيوز پيپر ايجنٽ, ٺٽو
رابيل ڪتاب گهر, لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي, رابعہ سينٽر, لاڙڪاڻو.
عبدالله بڪ ڊيپو, لاڙڪاڻو + نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ, لاڙڪاڻو + نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ, لاڙڪاڻو
سليمان برادرس, نوابشاهہ + اشرف بوڪ اسٽال مسجد روڊ, نوابشاهہ + رائوڙ ڪتاب گهر, سڪرنڊ + گلشير ڪتاب گهر, نوابشاهہ
سڪندري بوڪ ڊيپو, ڪپرو + حافظ ڪتب خانو, ڪپرو+ مهراڻ بُڪ ڊيپو, ڪپرو + المهراڻ ادبي ڪتاب گهر, سانگهڙ
ڪنگري بڪ شاپ, ميرپورخاص + حُر ڪتاب گهر, ميرپورخاص + حلال ڪتاب گهر, ميرپورخاص
العزيز ڪتاب گهر, عمرڪوٽ + ٿر ڪتاب گهر عمرڪوٽ
سليم نيوز ايجنسي نيو بس اسٽينڊ, دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو + مدني اسلامي ڪتب خانو دادو
رزاق بڪ سينٽر, ميهڙ + مراد بڪ اسٽال سيوهڻ + مرچو لال بوڪ ڊيپو بدين + رحيم بوڪ ڊيپو بدين + سوجهرو ڪتاب گهر, بدين
ٿر ڪتاب گهر, مٺي + ساگر ڪتاب گهر, مٺي + ڪتاب مرڪز فريئر روڊ, سکر + عزيز ڪتاب گهر, بئراج روڊ, سکر
مهراڻ بڪ سينٽر, سکر + فيضان بڪ ڊيپو, نيم جي چاڙهي, سکر + الفتح نيوز ايجنسي, مهراڻ مرڪز, سکر
بخاري ڪتاب گهر, افغان سينٽر سکر + صديق حيدر ڪتاب گهر, شڪارپور + مولوي عبدالحئي تاجران ڪتب, شڪارپور
سنڌ ڪتاب گهر, شڪارپور + تهذيب نيوز ايجنسي, خيرپور ميرس + نيشنل بڪ اسٽال, پنج گلو چوڪ, خيرپور ميرس
خيرپور بُڪ اسٽال خيرپور ميرس + سڪندي ڪتاب گهر, پير جو ڳوٺ + لغاري بڪ ڊيپو, ٺري ميرواهہ
مڪتبہ عزيزيہ کهڙا + سچل ڪتاب گهر, درازا + سارنگ ڪتاب گهر, ڪنڊيارو + قاسميہ لائبريري, اسپتال روڊ ڪنڊيارو.
ميمڻ بڪ ڊيپو, نوشهروفيرو + راشد بڪ ڊيپو, نوشهروفيروز

ادريس جتوئي ۔

١ · ١٢ · ٢٠١٩

**ارپنا**

نامياري همعصر ليکڪا

**ماهتاب محبوب صاحبه**

جي نانءُ

# سٿاءُ



## • اندر روح رهيام_شاهه لطيف جي سُرن جو اڀياس

## آري اچين شال_سچل سرمست جي شاعريءَ جو اڀياس

# منهنجي سوچ

سنڌي ٻوليءَ جي ناليواري محسنِ ادب، ڪهاڻيڪار، عالم، اسڪالر ۽ ادبي فورم بزمِ روح رهاڻ جو سرپرست جنهن جي قلم مان سرجيل هڪڙي انتهائي بهترين تخليق "سنڌ جا سونهان، شاهه ـ سچل" ڪتاب، جنهن کي ناري پبليڪيشن ڇپرائي اوهان پڙهندڙن جي هٿن تائين پهچائڻ ۾ سرهائي ۽ فخر محسوس ڪري رهي آهي.

محترم حميد سنڌي پنهنجي هن ڪتاب ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست تي تحقيقي مقالا ۽ تاثرات گهڻي چاهت ۽ محنت سان لکيا آهن. ناري پبليڪيشن جي ٻه سدائين اِهائي ڪوشش رهي آهي تہ سنڌي ادب کي سُٺا سُٺا ڪتاب ڏجن جيئن پڙهندڙ فيض پرائين.

ساٿيو! اِن سلسلي جي ڪڙي کي اڳتي وڌائيندي ناري پبليڪيشن طرفان هي 65هون ڪتاب ۽ ليکڪ محترم حميد سنڌي جو هن اداري طرفان هي ٽيون ڪتاب ڇپجي رهيو آهيان. هن کان اڳ ٻہ ڪتاب هڪڙو ڪهاڻين جو مجموعو "راڻا جي راڄپوت" ۽ ٻيو "سوني زنجير" جيڪو جاپاني ٻولي مان ٻارڙن لاءِ ترجمو ڪيو اٿس. سندس هي ٽيون ڪتاب "سنڌ جا سونهان، شاهه ـ سچل" جي نالي سان ڇپجي اوهان جي هٿن تائين پهچايو آهي. ٻاءُ نصير مرزا ۽ حميد سنڌي جي بيحد ٿورائتي آهيان، جيڪي هميشہ منهنجا ٻانهن ٻيلي ٿي رهيا آهن، ۽ مونکي اڳتي وڌڻ لاءِ حوصلو ڏيندا رهيا آهن ۽ ادبي دُنيا ۾ منهنجا ڇپر ۽ ڇانوَ رهيا آهن، ادب جي دُنيا ۾ نہ صرف منهنجو پر هنن سيني جو ساٿ ڏِنو آهي، هنن کي سنڌي ٻولي، ادب جي واڌاري، سنڌي ثقافت کي نمايان ڪرڻ، سنڌ ۾ ادبي سرگرمين کي منظم ڪرڻ پنهنجي هڙان ـ وڙان خرچ ڪري سنڌي ٻولي جي خدمت ڪرڻ جو جنون اٿن. ٻي سندن اِها خوبي آهي تہ دوستن جي ڏک سُک ۾ شريڪ ٿيندڙ يارن جا يار آهن.

دوستو! هي دؤر ڪشمڪش جو دؤر آهي، هن ڪشمڪش واري دؤر ۾ هي سنڌ اندر هڪ روشن چنڊ وانگر چمڪندڙ آهي، جنهن جي روشني سان سنڌ جا ادبي ۽ تعليمي ادارا، ادبي محفلون، روح رهاڻ جي روشني جاري ساري آهي.

تازو نومبر مهيني ۾ ڪاوش ۾ سندس ڪالم شايع ٿيو آهي. "اچو تہ سنڌي ٻولي جي بقاء لاءِ ماحول جوڙيون". جنهن ۾ پاڻ لکن ٿا تہ "سموري حياتي مون ڪُليل اکين سان ڪيئن خواب ڏِٺا آهن ۽ بند اکين سان خيالي ۽ فڪر جي دُنيا آباد ڪئي. مون ايندراپائونڊ جي هنن جملن سان ڪافي وقت سهمت ٿيندي گُذاريو هن چيو هو تہ:

مون کي ياد آهي اهو زمانو
جڏهن مؤرخن اُنهن ڳالهين لاءِ
تاريخ جا صفحہ خالي ڇڏي ڏِنا هئا
جن جي باري ۾ هو ڪجهہ نہ ڄاڻندا هئا
اهي خوبانين جا ڇُڳا هوا تن سان
اولهہ کان اوير طرف اُڏاميان ٿي
۽ مان اُنهن کي ڪِرڻ کان بچائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان.

سنڌ جي تاريخ جا صفحا اڇا تہ ناهن پر اُن ۾ ڪيترا ئي خالي ڇڏي ڏِنل آهن. جن ۾ تاريخدانن سنڌي ادب جي حوالي سان خبردار ڪندي اِهو چيو آهي تہ قومن جو ورثو سرمايو ۽ تحفظ سندن پنهنجي ئي زبان آهي. قومن جو تشخص اُنهن جي ٻوليءَ تي دارومدار رکي ٿو".

مان محترم حميد سنڌي جي انهي ڳالهہ کي سوفيصد مڃان ۽ يقين رکان ٿي. اسان سنڌي قوم جي بقا ئي ٻولي ۾ آهي. اسان پنهنجي گهرن ۾ ٻارن سان سنڌي ڳالهايون ۽ سنڌي ڪتاب پڙهڻ جو شوق ڏياريون بلڪ ننڍڙا ننڍڙا ڪتاب گهر ۾ وني اچون ۽ ٻارن کي ننڍپڻ ۾ سنڌي پڙهڻ جو شوق ڏياريون، انٽرنيٽ کان بچايون. بس مان انهيءَ اميد ۽ جذبي سان ڪتاب شايع ڪندي رهندي آهيان. متان سنڌ وارا سمجهن تہ ٻين وانگر نذير ناز مايوس ٿي ڪتاب ڇپرائڻ کان ماٺ ڪري ويهي رهي آهي. ايئن ٿي نٿو سگهي. انشاءَالله اِهو ڪتابي سلسلو جاري ساري رهندو جيترا ڏينهن جيئري آهيان. بس اوهان پڙهندڙن جو ساٿ گهرجي. بقول ڪنهن شاعر جي:

جي اکيون بند ڪري سمهين رهان،
تہ ستان ڪي جاڳائيندو ڪير.

بس اوهانجي
**نذير ناز**

## مقدمو

### آدم جي ڪهاڻي- لطيف ۽ سچل جي زباني

حميد سنڌي

انسان جي ڪهاڻي ايتري پراڻي آهي، جيترو سنڌس وجود. هن ڪهاڻي جو پهريون امين حضرت آدم عليه السلام ڪي چيو وڃي ٿو جنهن جي ڪهاڻي پيار ۽ محبت کان شروع ٿئي. بي بي حوا اُن ڪهاڻي جو ٻيو ڪردار آهي. هن ڌرتي تي پيار، محبت ۽ امن آشتي جي رشتن جي تخليق ٿي ته ان سان گڏ نفرتن ڪدورتن به جنم ورتو. هر رُخ ڪي ٻه پاسا آهن. اونده آهي ته روشني به. انسانيت آهي ته حيوانيت اُن سان گڏ جنم وٺي ٿي. حضرت آدم ۽ آدم جي ڪهاڻي جا ٻيا ڪردار هابيل قابيل آهن. جيڪي انسان جي اندر وقت به وقت پيدا ٿيندڙ تضاد کي بيان ڪن ٿا. اُن تضاد جو نتيجو هدايت ۽ رهبري کي اورانگهي اڳتي وڌي وڃڻ جو نتيجو آهي ۽ هن ڌرتي تي پهريون قتل ٿئي ٿو. اهو قتل ڪئين قتلامن کي جنم ڏئي ٿو. ايئن هي ڪهاڻي پيار، محبت، امن آشتي سان گڏ حيوانيت ۽ گمراهي جي ڪهاڻي بڻجي تاريخ جي صفحن تي ڦهلجي وڃي ٿي. رب جبار انسان جي ٻئي تاريخ رُخ کي جلال سان نه جمال سان ڏڪي ٿو ۽ وقت به وقت هن ڌرتي تي ڪئين پيغمبر موڪليا. آسماني ڪتاب موڪليا. ان مان ڪئين شاخون ڦٽيون. پر هن ڌرتي تي جيڪو رت پهريون وهيو هو اهو ڪڏهن نه سڪو. انسان پنهنجي ڪرت ۾ ڏينهن ۽ رات جي تضاد کي قائم رکيو ۽ ڏٺي پنهنجي ڪِرت ۾ هن ڌرتي تي سنائي سُپتائي، سچ ۽ حق جو علم بلند ڪرڻ لاءِ جيڪي سنڌس صنعتون پڻ آهن. نبين پيغمبرن

سان گڏ لامحدود ولي، مفڪر، شاعر موڪليندو رهيو. هن ڌرتي تي جنهن ذڪر تي جنهن جو هو تخليق ڪيل آهي ۽ انهن ئي وصفن سان هن ڌرتي کي اجاري. انسانن ۾ غير برابري، غير متوازن هجڻ جو لاڙو تڏهن پيدا ٿيو جڏهن هر ڳليا جي رنگينين ۽ مزن ۾ پنيلجي هڪ ٻئي جي وجود کي فنا ڪرڻ لاءِ رستو هن ڳوليو. حقن تي ڌاڙا، ٻئي جي جياپي کي پنهنجي وجود لاءِ خطرو سمجهڻ ۽ مان ئي مان هجڻ لاءِ هن هيءَ ڌرتي ٽامڻي ڪري ڇڏي. ڪائنات جي هر شيءِ ۾ ڪثرت جا ڪئين فرق قائم ڪيا ۽ سيني شين جون الڳ الڳ حيثيتون مقرر ڪري، غير برابري تي ايمان آندو. ائين جنگ جدل، ڏاڍ ڏمر جو بنياد پيو. اسان جي نبين پيغمبرن جي ميٺ محبت، امن ۽ آشتي جي پيغام کي اڳتي نيڻ لاءِ جنهن فڪر وڏيڪ ماڻهن تي اثر ڪيو اهو هو صوفي فڪر، صوفين جي فڪر جڏهن، قرآن جي فڪر کي سولو ڪري ماڻهن کي پڙهايو تہ ڪئين پوئلڳ ٿيا، امن جا پيامبر بڻيا. ايئن امن ۽ آتشي ۾ ايمان آڻڻ وارن جو تعداد وڌيو. امن آڻڻ جو فڪر ڪو سولو فڪر نہ هو. ان لاءِ ڀهريائين پاڻ مارڻ وارو سبق پڙهڻو هو. "مان ٻيو ۽ هو ٻيو" وارو خيال دل مان ڪڍڻو هو. ان صوفي فڪر جي ڪهاڻي بہ ان ڏينهن کان شروع ٿي ٿئي، جنهن ڏينهن کان انسان جي ڪهاڻي. مفڪر پيامبرن جا ڪردار ان ڏينهن کان جنم وٺن ٿا، جڏهن کان هن ڌرتي تي رب جليل پيغمبر موڪليا ۽ آسماني ڪتاب موڪليا. هي پيغمبر، هي ولي، هي صوفي، هي مفڪر هڪ ئي سلسلي جي ڪڙي آهن. لطيف ۽ سچل سائين بہ انهي لڏي جا پيامبر، صوفي فقير آهن. هو هن ڌرتي تي عشق ۽ امن جا پيامبر بڻجي آيا. هُنن سيني سماجي قدرن ۽ بنڌڻن کي ٽوڙيو ان لاءِ تہ ان جو بنياد، مان ٻيو ۽ هو ٻيو تي پيل هو. هُنن ڀهريائين امن جي بنياد وجهڻ لاءِ پنڊت پادري، ملا ۽ محبت جي مدي خارج تاويلن ۽ تشريحن کي رد ڪيو. هُنن انسان کي پاڻ اعليٰ ۽ افضل سمجهائڻ لاءِ سڀ فرق مٽائڻ لاءِ چيو. لطيف ۽ سچل اهڙين ڪيفيتن سان سرشار آهي. جيڪي ڪين هن ڌرتي تي امن ۽ پيار

ڦهلائڻ لاءِ بخشيون ويون آهن. هيءُ انسانن سان عشق، هيءُ پيار ۽ محبت جو پيغام حقيقت ۾ اُن اَمن ڏانهن وک هئي، جنهن جي شروعات لطيف جي ڏينهن ۾ ٿي چڪي هئي ۽ ان لاءِ سچل بہ تو هو. لطيف ۽ سچل جي فڪر ۾ هم آهنگي، اڳتي نيڻ جا پنڌ پيچرا تقريباً ساڳيائي آهن. ماڻهن سان محبت، ڏاڍ، ڏمر خلاف جنگ، انسان اندر ٿيندڙ ڇڪ ڏاهہ ۽ نيڪي بدي جي ويڙهہ لاءِ نصيحتون، "مون ۾ آهين تون" وارو لطيفي سبق سچل بہ هيئن پڙهائي ٿو:

مان ۾ آهين تون، تو ۾ آهيان مان،
بجلي بادل سان، آهي جيئن سپرين.

اِهي حقيقتون حقيقت ۾ اُن وقت سنڌ ۾ جيڪي سياسي ۽ مذهبي حالتون هيون، ان جي نشاندهي ڪن ٿيون. منهنجي نظر ۾ لطيف ۽ سچل سنڌ تي جيڪي ٿيو پئي يا جن جو تعلق رهيو. يا جيڪي سچ هو يا حقيقت هئي، ان جو آواز آهن. لطيف ۽ سچل سنڌ جي ماضي ۽ ان وقت جي حال جو ردعمل آهن. ارغونن ترخانن واري دور کان ڪلهوڙن تائين واري دور کي ڏسجي. يار محمد ڪلهوڙي کان نور محمد ڪلهوڙي تائين ۽ انهن ڏينهن ۾ نادر شاهہ جي سنڌ تي ڪاهہ، نادر شاهہ سنڌ جي حاڪم نور محمد ڪلهوڙي جا بہ پٽ يرغمال ڪري وٺي ويو. انهيءَ صورتحال تي ڊاڪٽر درشهوار سيد پنهنجي ڪتاب The Poetry of Shah Abdul Latif ۾ لکي ٿي:

The great Sindhi Poet, Shah Abdul Latif who forms the subject of this study was destined to experiences the impacts of internal political weakness within the sub-continent as well as the effect of attacks from muslim neighbours from Iran ana Afghanistan.

پير حسام الدين راشدي سنڌ جي تاريخ بيان ڪندي چئي ٿو:

"ڏهين صدي هجري سنڌ لاءِ ڌارين جي تسلط، زور زبردستي ۽

تمام ڏچي جي صدي هئي، انهن ايذائي سؤ ورهين تائين سنڌ غلامي جي زنجيرن کي ٽوڙي ڪانه سگهي. انهن ايذائي صدين جي مايوس ۽ پراون جي غير شريفانه سلوڪ سنڌي عوام جي ذهن ۽ فطري حوصلن ۽ همتن کي ايترو ڇيهو رسايو جنهن جا اثرات اڄ تائين مختلف صورتن ۾ سندس مزاج ۽ طبيعت تي اثرانداز رهندا اچن ٿا. ارغونن جي استبدادي حڪومت، ترخانن جي زور زبردستي، مرزا باقي ترخان ۽ محمود بکري جي ظالمانه گرفت، ازانسواءِ خراسان مان لاتعداد اميرن، صاحبِ اختيار ۽ اقتدار جي آمد، سنڌ جهڙي نندڙي، امن پسند ۽ مانيٽي سياءَ واري ملڪ لاءِ در حقيقت هڪ عذاب، قهر ۽ خدائي ڪوپ هو. جيڪو هتان جي گهرو جهيڙن جي نتيجي ۾ قدرت طرفان سزا طور نازل ٿيو. جنهن جو نتيجو اجتماعي خواهه انفرادي سمورو سنڌ کي ڀوڳڻو پيو....“

مٿئين صورتحال کي ڏسي ائين چيو ويو ته اسان جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي پاڻ پنهنجي اکين سان سنڌ ۽ سنڌي سماج جي انهن پوڻن ٻن سئو سالن جي غلامي جي پويان 47 سالن جي عرصي کي پنهنجي اکين سان ڏٺو ۽ ان جو مشاهدو ۽ تجزيو ڪيو.

اسان جو سچل به انهي سلسلي جي ڪڙي آهي. عطا محمد حامي پنهنجي ڪتاب ”نينهن جا نعرا“ ۾ لکي ٿو ته: ”سچل سائين انهيءَ زماني ۾ پرورش پاتي، جيڪو سياسي لحاظ کان پر آشوب هيو. شاهه عنايت جهوڪ واري ۽ مخدوم عبدالرحمن کهڙن واري جي شهادت جي ياد پراڻي نه ٿي هئي. ڪيترا ماڻهو جيئرا هئا، جيڪي مٿين واقعن وقت موجود هئا. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ۽ سندس پاءُ عطر خان جي ويڙهه، مير بهرام خان جو پنهنجي پٽ مير صوبدار خان سميت جو ٻي درديءَ سان قتل ٿيڻ، ميان سرفراز جو شهيد ٿيڻ ۽ مير بجار خان جو دغا سان قتل ٿيڻ وغيره سمورا واقعا سچل سائين جي وقت ٿيا. انهن کان سواءِ ڪلهوڙن جي ڪمال جو سج لهڻ ۽ ٽالپرن جي اقبال جو آفتاب

ايرڻ، سچل سائين پنهنجي اڪين سان ڏٺا. هيءُ اهو زمانو هو جڏهن مدد خان پناڻ سنڌ ۾ اچي پنهنجي قهر جو طوفان ڪڙو ڪيو هو.“

مٿيئن صورتحال ٻڌائڻ جو مقصد اهو هيو تہ سرمد هجي، شاهہ عنايت شهيد هجي، لطيف هجي يا سچل، اهي وقت ۽ تاريخ جو اهڙو پڙاڏو آهن، جو اڄ بہ سندس فڪر کي وقت جي ضرورت سمجهي سنڌ جو ماڻهو اهو فڪر اها سوچ پنهنجي ڪري اها واٽ وٺڻ چاهي ٿو جيڪا کين حق، سچ، پيار، محبت ۽ امن ڏانهن نيئي. سرمد، شاهہ عنايت ۽ ٻين صوفين تي جيڪو ملڪ ۽ ماڻهن جو بار هو ان کان وڌ لطيف تي پيو جوِاهو لقاءَ ڏسندو رهيو. سچل تي وقت جو بار اڃا بہ وڌ رهيو جو هو اُنهي دور تائين ڏاڍ، ڏمر، بدامني، قتل غارتگيري کي ڏسندو رهيو. هو وڏيڪ باغي هو انهي سماج کان جيڪو ناانصافي، مذهبي متڀيد، ڪوڙ ۽ ڪپٽ تي ٻيٺل هو. هُن آدم جي ڪهاڻي اصل سمجهي هئي، جتان شروعات ٿي هئي:

الف مون آدم ٿيو، ڪري هنگاما هُل،
هندو مومن سو ٿيو ڀول نہ ٻئي ڪنهن ڀُل،
”خلق الاشيا فهمو عينها“ ايهو آڻ عمل،
ٿج گلابي گل، مر مارينئي منصور جيان.

سچل جو گلابي گل ٿيڻ جو تصور بہ منصور سان لاڳاپيل آهي، منصور جنهن جو فڪر ناقابل شڪست رهيو. سچل گلابي گل ٿيڻ لاءِ تہ چيو پر اڄ تائين گلابي گل ٿيڻ لاءِ ڪنهن ويچاريو آهي. اڄ اسان تي لطيف ۽ سچل کان پوءِ وڌ بار آهي، اسان کانئن پوءِ ڪيترن سو سالن جي تاريخ جا امين آهيون، جيڪا تاريخ هابيل قابيل واري قصي کي دهرائيندي ٿي اچي، جيڪا تاريخ وهيل رت سڪڻ نہ ٿي ڏئي. انسانذات جو رت وهندو رهي ٿو. اهي ئي حقن تي ڌاڙا، اهي ئي ڌاڙيل، اهي ئي ڏاڍ ڏمر جا ڌهڪاءُ، هر انسان شاهہ عنايت وانگي شهيد ٿئي ٿو يا بلاول وانگي گهاڻي ۾ پيڙهيو وڃي ٿو ۽ گمنامي جو موت سندس مقدر آهي.

هن سماج جو پورا پورا تيڻ, اهو غير برابري ۽ گمراهي واري واٽ ونئي وچڻ جي ڪري آهي. هر دور ۾ نبي پيغمبر آيا. انهن کان پوءِ ولي، مفڪر ۽ شاعر آيا. سرمد، شاهه عنايت، لطيف، سچل، سامي، بيدل کان پوءِ ماٺ ونيو وچي. ڳالهه ته ڳوهڻ جهڙي، خلق اڳيان خاموش نه عبرت نه غيرت آهي، حيراني حيرت.... اڄ اسين سڀ پاڻ حيرت جي تصوير آهيون.

صاحب تنهنجي صاحبي، عجب ڏٺي سُون،
پن ٻوڙين پاتال ۾، پاهڻ تارين تون،
جي راضي ٿيين تون، ته ميريائي ماڻ لهان.

سچ ته لطيف ۽ سچل اسان وٽ آهن ضرور پر نه اسان وٽ آمن، ۽ پيار خلوص، نه سچ نه حق، ڇا وري ڪو لطيف اچي يا سچل اچي. ڇا هي سنڌن ڪلام سڀ لطيف ۽ سچل جو پرتوو نه آهي، سنڌن وجود جو اهڃاڻ نه آهي. پوءِ ڇو اڄ اسين مصلحتن جو شڪار آهيون، ڇو ته اسين سچل وانگر اهو چئون ٿا:

سچ ٿا مرد چون، ڪنهن کي وٽي نه وٽي،
ڪوڙي دوستيءَ جو دم ٻٽي نه ٻٽي.

مان انهيءَ انسان، انهيءَ آدم جي ڪهاڻي کي، هت ختم ڪريان ٿو جنهن جي فڪر کي اڏوهي ونئي وئي آهي، هو عظيم صوفي شاعرن ۽ مفڪرن جي فڪر کي وساري ويٺو آهي ۽ وتس لڳي ٿو ته اٽڪٽ تاريڪ رات آهي. باک ڦٽڻ لاءِ وري به هن کي انهي صوفي، شاعرن، مفڪرن ڏي ويٺو پوندو. هن دور جي انهن عظيم شاعرن ڏانهن ور وَرُ ڪيو بيوسي مان ته نهاريان ٿو:

آري اڄين شال، نماڻي جي نِجهري،
هيءُ مون ڏسي حال، ڪرين غور غريب تي.

## مددي ڪتاب

1. آڏواڻي، ڪلياڻ، "سچل"، جئہ هند ڪاليج، بمبئي 1954ع ۽ 77ع
2. آڏواڻي، ڪلياڻ، "سچل سرمست جو چونڊ ڪلام"، ساهتيہ اڪيڊمي، دهلي.
3. ٻلديو مٽلاڻي، "سچل جون وايون" الهاس نگر،1991ع.
4. تنوير عباسي، "شاهہ لطيف جي شاعري".
5. حامي عطا محمد، "نينهن جا نعرا".
6. درشهوار سيد، ڊاڪٽر، "The poetry of Shah Abdul Latif"
7. گوبند مالهي، سچل سرمست، مضمون، تماهي، رچنا، ڪلڪتو جولاءِ۔ سيپٽمبر 1999ع
8. وتڻ مل:.The life Religion and poetry of Shah Abdul Latif

## ساموندڪو سڳ

### سُر ساموندي

> سي ئي جوين ڏينهن، جڏهن سچڻ سفر هليا،
> رئان، رهن نہ سپرين، آيل! ڪريان ڪيئن،
> مون کي چاڙهي چيئن، ويو وڻجارو اوهري.

شاهہ سائين جو سچو ڪلام، اهڙن بيتن سان پُريل آهي جيڪي انسان جي اندر، وقت بہ وقت اُڀرندڙ دلي جذبن ۽ اُمنگن جي ترجماني ڪن ٿا. خاص طرح اُن وقت جڏهن دل کي لوڏو آيو هجي ۽ دلسوزي يا رقعت آميز واقعا ٿيا هجن. شاهہ صاحب، چوڻ کي تہ وڻجاري جي فراق جو منظر چٽيو آهي پر پڙهندي ماڻهوءَ کي جڏهن پنهنجو فراق فڪر ۾ وجهي ٿو تہ ماڻهو جهڄيو پئي.

هي اُهو ئي موقعو آهي تہ شاهہ سائين جي عرس جي تياري آهي، سڀ تڙ پيا سينگارجن ۽ ڪيترا وڻجارا جيئن ويا تہ موٽيا ڪينڪي. ادبي ميڙاڪو هجي يا موسيقيءَ جي محفل هر سال سڄي، ڌاڳي کي چڪڙ وارو ڳنڍ ٽوپو ڪرڻ وارو ڪيترن ئي ماهرن جو مهندار ممتاز مرزا اڄ اسان وٽ ڪونهي.

ممتاز جو موڪلائي وڃڻ ڪو معمولي واقعو ڪونهي. سندس ڪوٺ اُن ويلي ئي محسوس ٿي هئي، اڄ تہ سڄي ڪارخاني کي جڙندي ڏسيو ڳالَ وڃي اِها پئي ٿي تہ بندر ۽ بازاريون سڃا آهن. ساموندين ريءَ سڀ تڙ ٻُسا آهن ۽ وڻجاري جو پتو ڪونهي.

نہ سي تڙ هوڙاڪ، نہ وايون وڻجارن جون،
سرتيون! ساموندين جا، اڄ پڻ ڇڪيم چاڪ،
مارينهون فراق، پاڙيچيون، پرين جا.

ان موقعي تي سنڌس پيو ساٿي وڻجارو محمد يوسف ياد اچي ٿو جيڪو جڻ تہ سنڌس ئي پنيان جيئڻ ڳوليندو نڪتو تہ نہ وريو. موسيقيءَ جي محفل جڻ اُجڙي وئي.

هڪ هنڌان ممتاز پڪاري ۾ سڏ وراڻي، يوسف هڪدم پهچي. يوسف پهتو ناهي ماڻهو جهريو ناهي. محفل مست ڪري اُٿندو.

ويندس ڪيچ ڪهي، سيڻن ساڻ سهي،
وو پينر! آءُ جيئندس تان نہ جتن ري،
(شاهه)

لطيف سرڪار سان سنڌس لَئون لڳل هئي، پيو پڪاريندو هو.

ڏاگهن ڏيرن ساڻ، ڪرهن ڪيچن ساڻ،
متان ڪابي لَئون لائي.

اڄ گنج کي نئين سر تيار ڪرڻ وارو ممتاز ويو لطيف سرڪار کي ڳائڻ وارو سنڌ جو بيجل يوسف ويو. ادبي ڪانفرنس ۾ هميشہ شريڪ ٿيندڙ جهونو پانڌيئڙو عبدالحميد سنڌي بہ سفر تي هليو تہ بس شاهه سائينءَ جو هيءُ بيت نهوڙي نئين ٿو.

اونهي ۾ اوهري، جڏهن ويا جي،
موٽي ماڳ نہ آئيا، ماءِ! ساموندي سي،
ڪارو تنين کي، جيڪس وَهہ وري ويو.

هيءُ سُر بہ سڪ سان ممتاز سائين چوندو هو. گهڻو ٿڪو سُر جي چوندڙ پاڻ ڪندو هو پر صلاح ۾ هميشہ مان ساڻس گڏ هوندو هيس. ’هن سال جو سُر ساموندي، سوچيو اٿم‘. اِهو چوندي سنڌس منهن تي عجيب ريکائون اُڀري آيون. اوچتو هيءُ بيت پڙهيائين:

مون اُپي تڙ وٽ، پرين پڳهه ڇوڙيا،
ڪا مُنهين ۾ گهٽ، نا تہ سجڻ سباجها گهڻو

وقت جو پرن وارو گهوڙو شهسوار کان نا آشنا تيز اُڏامي پيو. جتان جتان لنگهي اڳتي وڌي ٿو اُهو ماضيءَ جي پردن ۾ گم ٿيو وڃي، دروازا بند ٿيو وڃن. پر مون لاءِ ممتاز جو اِهو پڙهيل بيت ائين آهي جڻ سامهون آهي ۽ ڳالهائي ويٺو.

There was a door to which I found no key
There was a veil past which I could not see
Some little taik a while of me and Thee
There seemed and then no more of thee and me
(Rubaiyat Omar Khayam)

ترجمو:

هڪ دروازو هو جنهن جي ڪنجي ڪانہ مليم،
هڪ پردو هو جنهن کان پريان ڪونہ ڏٺم،
تنهنجي منهنجي وچ ۾ ڪا ڳالهہ هلي.
پوءِ نہ تون رهين نہ مان رهيم.

شاهہ سائين سڄي ڪلام ۾ انهن ئي جذبن جو اظهار ڪيو آهي. خاص طرح سُر ساموندي نہ رڳو جدائيءَ، فراق جو سُر آهي خاص طرح هيءُ بيت عمر خيام جي رباعي ۾ آيل فڪر کان نہ اورتي آهي نہ پرتي.

ننگرئون نيڻين، مَنُ اوليءُ نہ اوهريا
سباجهين نيڻين، پائي ڳڻ، ڳهيو هنيون.

سچي سُر سامونديءَ کي جي ٿورا لفظ ڏنا وڃن تہ ليلا رام وتڻ مل ۽ ڊاڪٽر دُرشهوار جا هي جملا بہ ڪافي آهن.

The word samundi means a sailoer. This name is given to this sur, because it describes the state of the sailors while on sea the same moral being held in view as in the previous sur (sur siri Rag)

The poet considers man a sailor or a passenger in a

ship in the midst of an ocean. Although a man comes out safe from a thousand perils with the help of God still it is necessary just as that he should keep himself aloof from evil passions a sailor should keep his ship safe.

اُهي سچڻ شال موٽي اچن. وڻجاري جي وني آسائتي آهي.

هي سچڻ سيئي، جي مون ڪوڙ نهاريا.
ايندم جان پيهي، تہ سڀ لاهيندم ڏکڙا.

In sur samundhi and sur SriRag Shah Abdul Latif speaks elaborately on different aspects of the sea. On the one hand, he refers to the amazing vastness and depth of the sea, which Conseal. within itself numerous secrets and divine attributes. It Symbolises the ocean of divine love and knowledge. If a seeker is able to attain even drop of it, it will suffice for a lifetime. He expresses this idea in the following lines.

سيوا ڪر سمونڊ جي، جت جر وهي ٿو جال،
سئين وهن سير ۾، ماڻڪ موتي لال،
جي ماسو جڙئي مال، تہ پوڄارا پُر ٿئين.
(سُر سريراڳ)

سُر سامونڊيءَ ۾ وري اِها ڪيفيت هن ريت آهي.

وڃيئي وسري شال، جو تو سودو سکيو
اچا آئين ڪال، پُڻ ٿو سفر سنبهين.

هونئن بہ نينهن ناتي، وارا پنڌ پيچرا ڏاڍا ڏکيا آهن.

سامونڊيڪو سگہ، آهي گوندر گاڏئون،
انگهن چاڙهي آگ، ويو وڻجارو اوهري.

هر سال آخر ۾ دوستن محترم ~ يد آخوند ۽ ممتاز مرزا جا ٽورا مچيندو هوس. هن سال بہ ٻنهي يارن جا ٽورا . جن مون سان ساٿ نڀايو ۽ مانُ ڏنو. ممتاز سائين هجي يا نہ هجي، هو هميشہ ساڻ رهندو.

اُنهن پانڌيئڙن جا بہ ٿورا جيڪي مون سان ادبي ڪانفرنس ۾ گڏ ويهي اچيو روح ررچنديون ڪن.

هي سڄڻ سيئي، جي مون ڪوڏ نهاريا،
ايندم جان پيهي، تہ سپ لاهيندم ڏکڙا.
(شاهہ)

(حميد سنڌيءَ پاران مرتب ڪيل سُر ساموندِيءَ بابت مقالن جي مجموعي جو مهاڳ 28.05.1997)



## مددي ڪتاب


1. شاهہ جو رسالو هوتچند مولچند گربخشاڻي.
2. شاهہ جو رسالو غلام محمد شهواڻي.
3. پٽ جو شاهہ ايچ ٽي سورلي.
4. The life religion and poetry of Shah. The greatest Poet of Sindh. Lila Ram Watan Mal.
5. The Poetry of Shah Abdul Latif. Dr. Durre- Shahwar Syed.

## سُر سامونڊيءَ مان ڪجهه چونڊ بيت

(1)

پَڳَهَ پاسي گهارِ، آيَلِ! سامُونڊيُن جي؛
وڃهي جِيُ جنجارِ، جِمَ وَڃَنِئِي اوهِرِي.

(2)

پَڳَهَ پاسي پَڄُ، آيَلِ! سامُونڊيُن جي؛
مَنَ ۾ باري مَڄُ، جِمَ وَڃَنِئِي اوهِرِي.

(3)

پَڳَهَ پاسي ويهُ، آيَلِ! سامُونڊيُن جي؛
تون ويسِرِيَ وِڪَ ڪَٽِين، هو پُورِيندا پَرَڏيهُ؛
سَمُنڊُ جِن ساٿيهُ، ڪوهُ نہ وِيئِينءَ تِن سين؟

(4)

نَنگَرَئُون نيٽِين، مَنُ اولِيءَ نہ اوهِري؛
سَباجهين سيٽِين، پائي ڳُڻَ ڳِهيو هِنئون.

(5)

سيئِي جوين ڏِينهَن، جڏهن سَجَڻَ سَفَرِ هَليا!
رُئان رَهنِ نہ سُپرِين، آيَلِ! گريان ڪِيئَن؟
مُونکي چاڙهي چِيئَن، ويو وَڻجارو اوهِري!

(6)

نہ سي تڙ هوڙاڪَ، نہ وايُون وَڻجارَنِ جُون!
سَرتيُون سامُونڊين جا، اَڄُ پِڻُ چِڪِيمِ چاڪَ؛
مارِينمِ فِراقَ، پاڙيچيُون پِريُن جا

# اندر جُهڙ جهورِ وهي

## سُر سارنگ



وسي ساري رات، صبح جو ساهہ کٺي،
مجهيئي ميه پرين جو جي تن ۾ هويئي تات،
تہ وهاڻي پرڀات، هوند بادل بس نہ ڪرين.
(شاهہ)

انسان جي اندر ۾ ڇا پيو وهي واپري، سندس ڪيفيتون ڪهڙيون آهن. ڪهڙي مهل ڪنهن جهڙي، پيو ڦٿڪي لڇي پڇي ۽ وري واجهائي تہ من ٺري ۽ ڪو ناري.

انهن ڪيفيتن ۽ من ٺارڻ جو ڏس پنڌ ڏکيو پر 'ٻري جن ٻاري' اهي ئي هيءُ پتڻ ڏسيندا. انهن ئي اندر جي مونجهارن کي لاهڻ ۽ سولو ڪري سمجهائڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪٺي، انسان کي ايمان ۽ عقيدي جي سلامتي ڏني آهي.

فارسي زبان جي هن قطعي جي صورت ڏسو:

اي برتر از خيال و قياس و گمان و وهم،
و ز هرچہ گفتہ اندو شنيديم وديده ايم،
عالم تمام گشت وبہ پايان رسيد عمر،
ماهم چنان در اول وصف تو مانده ايم.

خيال، قياس، گمان ۽ وهم کان پري ڪنهن ڪنهن نظر ۾ بہ نہ ايندڙ خاڪي کي پيش ڪرڻ ۽ ان کي ڏسڻ ۽ سمجهڻ کان سواءِ مجڻ جي تلقين ڪرڻ ڪو سولو ڪم تہ نہ آهي:

اسان جي پيغمبرن ولين صوفين انهي ڪم کي هٿ ۾ ڪٽي وڏو ڪم ڪيو. پاڻ، پاڻ کي فنا ڪري به حقيقت ڏٺي ويا ۽ توحيد جي تصوير سان گڏ حق حقيقت تمثيل وسيلي ئي سهين واضح ڪيو ته:

ساري سک سبق، شريعت سندو سهڻي،
طريقتان تکو وهي، حقيقت جو حق،
معرفت مرڪ، اصل عاشقن کي.

شاهه سائين سچي ڳالهه جي شروعات ان مالڪ حقيقي جي تصور کي مڃائڻ ۽ سڀ کان اعليٰ رکڻ لاءِ چئي ائين ٿو ته:

اول الله عليم، اعليٰ عالم جو ڌڻي،
قادر پنهنجي قدرت سين، قائم آهي قديم،
والي واحد وحده، رازق رب رحيم،
سو ساراهه سچو ڌڻي، چئي حمد حڪيم،
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جون.

ان سان گڏ وحدت، هيڪڙائي واري هن عالم ۾ هو ائين به چئي ٿو ته:

نابوديءَ نيئي، عبد کي اعليٰ ڪيو،
مورت ۾ مخفي ٿيا، صورت پڻ سيئي،
ڪبي ات ڪيهي، ڳالهه پريان جي ڳجهه جي.

هن ڳجهه کي وڌيڪ کولڻ لاءِ شاهه سائين سچي ڪائنات جي ڪرشمن کي تمثيلن کان سواءِ به ڪيترن ئي سرن وسيلي بيان ڪيو آهي. انهن ڪرشمه سازين جو وڏو حصو سورمين وارن سرن ۾ ته آيو پر بين سُرن ۾ جت ڪردار ناهن، ات سائين جا ڪردار ڪائنات جي جوڙجڪ جا پراسرار راز ۽ ان سان واڳيل ماڳ مڪان ۽ سهڻا وکر آهن. ات سندس ڪردار چنڊ، ڪتيون، پٽ پٽيهر، ساوا ڇهچ سلا، توهن سان پريل ميدان، ڪڪر ڪارونيار، وڄ وڄڙيون، پڃنڊڙ پيناريون، چنگ چڙا، پرين جي جمال ۽ حسن جو پرتوو پيا پسائين. ڪائنات جي حسين ڪردارن سان گڏ اندر ۾ وينل پرين جي پرديس لاءِ پيار ته ڏسو:

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪارا ڪڪر ڪيس،
وڄون وسڻ آئيون ڪري لعل لبيس،
پرين جي پرديس، مُنکي مينهن ميڙيا.

شاهه سائينءَ جي سورمين جي سونهن حسن ۽ جمال جي تعريف انهي مالڪ جي ثنا آهي ۽ انهن سرن ۾ جيڪي ڏک، تڪليفون ڏيکاريل آهن، اهي بہ انسان جي سندس اوجر ۽ سچ حق جي جستجو لاءِ آهن.

پر بين سرن ۾ بہ سڄي ڪائنات پنٽي اٿئين ۽ ان سان گڏ انسان جي ڏکن، سکن، آسن، اميدن جي جذبن کي اپاري، انسان جي حق حقيقي لاءِ پيار، محبت ۽ عشق کي اپاريو اٿس، تہ جيئن سندس ايمان ۽ عقيدي ۾ هميشہ سچ ۽ حق جو پڪي پيو پولي.

سر ڪلياڻ، سر يمن ڪلياڻ انسان کي حق حقيقي جي وجود ۽ سندس supremacy مڃائڻ وارا سُر آهن. انهن ۾ انهي واحد وحده جي وحدت مڃيل ۽ مڃايل آهي.

سر ڍونڍيان، ڏڙ نہ لهان، ڏڙ ڍونڍيان، سر ناهہ
هٿ ڪرايون آگريون، وٺا ڪيڄي ڪانهہ
وحدت جي وهانءَ، جي وٺا سي وڍٺا.

ايڇ. ٽي. سورلي پنهنجي ڪتاب 'شاهہ لطيف آف ڀٽ' ۾ چئي ٿو: "رسالي جو تصوف اسلامي آهي. ان جو سڄو زور توحيد تي ڏنل آهي جيئن رسول پاڪ ﷺ سمجهايو هو. ٻيائي کي ٻاهر ڪڍي ڇڏڻ خدا سان عشق ڪرڻ کان وڌيڪ اهميت رکي ٿو."

شاهہ عبداللطيف پنهنجي شاعري، پنهنجي عقيدي جو هنن لفظن ۾ اعلان ڪري ٿو:

God who is one, no rival hath,
Here in of him the oneness is,
And righteousness of truth,
But who Embraced false Twoness lost,
Indeed the savour and the salt of life.

وحده لا شريڪ له، اي٘ءُ هيڪڙائي حق،
ٻيائي ڪي ٻڪ، جن وڏو سي ورسيا.

سچن انساني جذبن جي سونهن ۽ سپت، سر سامونڊي ۾ هيئن به آهي:

مان ايي تڙ وٽ، پرين پڳهه ڇوڙيا،
ڪا مونهين ۾ گهٽ، نت سڄڻ سڀاجهو گهٽو.

سر آسا اندر جي روشنيءَ لاءِ ۽ پوءِ تسڪين ۽ وجدانيت هيڪڙائي واري ڏاڳي ۾ پوتل آهي.

ڏسن ڏهاڙي توءِ، تسن اوڏهين،
آيا سجاٽي، نيڻ پرين ڪي.

سر برووجي هيءَ سٽ به پسو:

سائين جو سوڳنڌ، منهنجو ساجن سينئان سهٽو.

ائين سيئي سر انهي پنڌ لائين ٿا، جتان عقيدي ايمان ڪي هٿي ملي ٿي.

هل هنين سين هوت ڏي، پيرين ڪر م پنڌ،
رائي پڇ مَ رند، رڙهه روحاني سسئي.

وحدت الوجود جو مسئلو هجي يا انسان جي اندر پلجندڙ مونجهارا هجن، انهي لاءِ صوفي فقيرن پئي ڏس پنڌ ڏنا آهن، پر شاهه سائين اهڙين حقيقتن کي تمام سولائي سان حياتيءَ جي ظاهر توڙي باطن جي ويچارن کي تمثيلن وسيلي توڙي سڌي سنواٽي طريقي سان عيان ڪندو رهيو آهي.
سمنڊ ڪيئن لهرون اڇلي ٿو پر هر لهر ڌار هوندي به ٻڌائي ٿي ته پاڻي هڪ ئي آهي.

لهرن لک لباس، پاڻي وهڻ هيڪڙو
ڪوڙين ڪاياڻون تنهنجون، لکن لک هزار،
جيءُ پنهنجي جيءَ سين، درسن ڌارو ڌار،
پريم تنهنجا پار، ڪهڙا چئي ڪهڙا چوان.

انهيءَ فڪر موجب واضح ڳالهه آهي ته ڪثرت جي مظاهرن، نظارن، ڪرشمه سازين ڪري وحدت ۾ ڪا به گهٽتائي ڪانه اچي ٿي. صوفين جو فڪر اِجا به وڌيڪ سولو هن طرح آهي ته الله تعاليٰ ڪائنات کان ڌار نه آهي.

ڪائنات جون الائي ڪيترين ڪروڙين ڪرشمه سازيون آهن، انسان انهن کي سمجهڻ لاءِ آتو آهي.

شاهه سائين سُر سارنگ ۾ ڪائنات جي مظاهرن، نظارن ۽ ڪرشمي سازين جي وسيلي جنهن نموني سان رب جي ذات ۽ ان جي وجود جو رنگ پسايو آهي، اهو ٻاجهاري جي ٻاجهه ۽ حاڪم جي حڪم لاءِ اسروندن جي عقيدي جو مظهر آهي.

حڪم ٿيو حڪيم جو ٿا سارنگ ساٺ ڪجن،
وڄون وسڻ آئيون ٿهه ٿهه مينهن ٿمن،
جن مهانگو لهي، ميڙئوسي ٿا هٽ هٽن،
پنجن مان پندرهن ٿيا، ائين ٿا ورق ورن،
ڏڪاريا ڏيهه مان، شل موذي سڀ مرن،
وري وڏيءَ وس جون، ڪيون ڳالهيون ڳنوارن،
سيد چوي سين، آهه توهه تنهنجو آسرو.

انهيءَ آسري کي ورجائي ٿو:

آگميو آهي، لڳهه پس لطيف چئي،
وٺو مينهن وڏڦڙو، ڪيو ڏڻ ڪاهي،
چڻ چڏي پٽ پئو، ٿمر سنباهي،
وهو مر لاهي، آسرو الله مان.

شاهه سائين جو هيءُ سر اميدن، امنگن اندر جي بهارين، ڏک سک، ڏولاون کي دور ڪرڻ جو سر آهي.

ڌرتيءَ تي پلر جي پالوٽ، گسن تي گاهه، آسمان تي ڪڪر ڪارونيار، وڄڙيز جا چوڏاري چمڪات، مالوندن ۽ اسروندن جا آسرا، ورن لاءِ واجهائيندڙ ڪٺڪن ڪانڌ چت ڪيو ڪتي ساز ته ڪتي

آواز تہ ڪٿي انڊلٺ وارا رنگ اها سڄي ساراهہ آهي، انهي سرجيندڙ جي جنهن هن ڪائنات ۾ ڪيئي رنگ رکيا آهن.

اڄ رسيلا رنگ، بادل ڪيڏيا برجن سين،
ساز سارنگيون، سرندا وڄائي برچنگ،
صرحايون سارنگ، پلٽيون رات پڊام تي.

هن سر ۾ شاهہ سائين ايتريون تہ رمزون رکيون آهن، جو عقل حيران ٿيو وڃي. ڪائناتي سونهن ۾ سوڀيا جڏهن پلٽجيو پوي، چوڏاري سينگار ئي سينگار آهي. اٿ انسان جي ذڪن ۾ سندس اندر ۾ پلجندڙ ادمن کان هو چڱي طرح آگاهہ آهي.

ڪٽڪن ڪانڌ چت ڪيو جهڙ پسيو جهجن،
ورن ريءَ وانڍين اڏيا، پڪا سي م پسن،
اتر ڏاهي ان جا، تہ ڪنهن کي ڪارون ڪن،
وارث وري تن، اچي شال اولا ڪري.

وارث وٽ دانهن ۾ ان جو آسرو انهيءَ ايمان ۾ عقيدي هيٺ آهي، جيڪو هر ڪنهن وٽ موجود تہ آهي، پر ان کان هو غافل آهي. ان سان گڏ سچ حق جو آواز جيڪو لڪل آهي، ان کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ضروري آهي، اندر جي ڪٿ لهي تہ سڀ ڪجهہ ظاهر ظهور ٿئي.

سارنگ سينگاري، وڄون وسڻ آئيون،
مون کي ڪنوڻ خوش ڪيو، جا ڪڪر ۾ ڪري،
جهڙن جهونگاري، لاٿم ڪٿ قلوب تان.

سر سارنگ ظاهري طرح راڳڻي جو نالو هجي، جا برساتي موسم يا ساونڻي ۾ ڳائبي آهي. پر هن سر جو اصل رخ ان انسان کي هن ڳالهہ کان بہ آگاهہ ڪرڻ آهي تہ چوڏاري جيڪي قدرت جا ڪرشما آهن. سونهن پٽن تي پڌري پئي آهي. ان سان جيڪر اندر اجاري ۾ مالڪ جي مالڪي مڃي، سر سارنگ اميدن آسرن ۾ اندر جي اوجر جو سر آهي. هر ڪنهن اندر عشق جا انبار لڳل آهن. درد جي پيڙا آهي، پر پاند تہ ان جو ڪپي.

ڪانڌ تنهنجي پاند ريءَ، سنجهي ٿي سيءَ مران،
ڪامل ڪپاهن ۾ پيئي ٿار ٿران،
تاري هن تڳان، تہ ور وهائيءَ ورندو.

شاهه سائين هن سر وسيلي وهمن ۽ گمانن کي ترڪ ڪرڻ لاءِ اهي ثبوت ڏنا آهن، جيڪي اندر جي اڏمن کي ناريو ڇڏين.

شاهه سائين هر رخ کي پيش ڪندي، جڏهن منڊ جو ذڪر ٿو ڪري تہ جهڙ جهاتي آ منڊل ٿا وجي وجن. هاري هر سنباهين ٿا، ان ارزان ٿو ٿئي، ماڻي منجهه مڪڻ ٿا ترن، پر ان سان گڏ ڪٽ قلوب تان ٿي لهي.

منڊ ٿي، منڊل وڄيا، اوجهڙ جهاتي،
هڪ ارزان ان ٿيو ٻيو مڪڻ منجهه ماڻي،
ڪلمي سين ڪاتي، لاٿم ڪٽ قلوب تان.

سر سارنگ شاهه سائين جي ذات ۽ فڪر جي معراج وارو سر آهي. ايچ. ٽي سارلي ان ذات جو ذڪر ڪندي چئي ٿو تہ، شاهه عبداللطيف پنهنجي ذات جي انتها تي ان وقت پهچي ٿو جڏهن هو پنهنجي زبان جي رنگيني سان نوٽ ڌرتيءَ مٿان برسات پوڻ جي خوشيءَ جو منظر چٽي، جڻ هو خدا جي سخاوت ۽ رحمت جي منظرڪشي وينو ڪري.

ٻرَ وَٺا، ٿر وٺا، وٺيون ترايون،
پرهه جو پٽن تي، ڪن ولوڙا وايون،
مکڻ پرين هٿڙا، سنگهاريون سايون،
ساري ڏهن سامِهيون، ٻولائيون رائيون،
ٻانهيون ۽ ٻايون، پکي سُهَڻ پاهنجي.
(شاهه)

شاهه سائين جي هن سُر جي سونهن سڄي ڪائنات جي سونهن کي ڪنيو بيٺي آهي. سندس حُب ۽ اُڪير هن مان ظاهر آهي:

اندر جهڙ جهور وهي ٻهر ڪڪر نه ڪوءِ،
وسائي سا وڄڙي، جنهن کي حب هوءِ،
لالن جهين تن، اوڪاڻين نه اکيون.
(شاهه)

هر سال جيان گذريل سال پانڊيئڙن پنڌ ڪيا ۽ لطيف سائين جي اڱڻ ۾ اچي مڙيا. شاهه سائين جي مزار تي گلن جي ورڪا ڪري وريا ۽ پٽ شاهه ثقافتي مرڪز جي هال ۾ ادبي ڪانفرنس لاءِ گڏ ٿيا. موضوع هو سر سارنگ، لطيف سرڪار جي سر سارنگ جي واڪاڻ جهڙي نموني سان، اديبن مفڪرن مقالن وسيلي ڪئي. ان جي ڳالهه ئي ڪهڙي ڪجي. صدارت هئي محترم محمد ابراهيم جويي جي ۽ خاص مهمان هو. محترم مراد علي شاهه سنڌ سرڪار جي زراعت کاتي جو وزير. مان انهن صاحبن جو به ٿورائتو آهيان. مان گذريل سال ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي پنهنجي پراڻي ساٿي ۽ همدم ممتاز مرزا سائين جي کوٽ محسوس ڪئي اٿم. هميشه جو ساٿ وڇڙي ويو پر سندس ڏنل وکر شايد ساڻ اٿم. جو هي ذميواريون هن مهل تائين نيائي سگهيو آهيان، اڳتي به.... ننگ انهي مالڪ تي آهي جيڪو وڏو ٻاجهارو آهي. دعا آهي ته ڏٽي متس به ٻاجهه ڪندو ۽ خوش رکندو.

محترم حميد آخوند جو ساٿ ڳائجڻ ۽ نباهه ڪرڻ جهڙو آهي. سندس قرب ۽ بيپناهه محبت جو هيءُ نتيجو آهي، جو هيءُ ادبي ڪانفرنس جو ڪم سهڻائي ۽ سيبتائيءَ سان ٿيندو اچي.

آخر ۾ انهن ساٿين جا نالا ضرور ڄاڻائبا، جيڪي مون سان گڏ بيٺا هوندا آهن. دوست ۽ ساٿي پروانو ڀٽي، ڪانفرنس کان اڳ پوءِ جي ڪم ڪار ۽ هن ڪتاب کي پريس تائين پهچائڻ ۾ سالن کان ساٿ ڏيندو اچي، مان سندس ٿورائتو آهيان. محترم نفيس احمد ناشاد جو ساٿ هميشه ساڻ رهيو آهي. هن سال محترم عبدالرزاق ميمڻ جا وڏا ٿورا. محترم آغا ضياءَ الدين جو ساٿ به نه وسارڻ جهڙو آهي.

اميد اٿم ته هيءُ نماڻو ڪم قبول پوندو ۽ آئنده لاءِ دعا پڻ ڪندا ته جيئن هر وک سڦل ٿئي ۽ وري ميڙاڪو ٿئي ته منهن ڪڻڻ جهڙا هجون.

سچو صاف نه اُيري، سرلي وچان سج،
منهن چڙهيو ماڻهن کي ڏي واڏايون وڄ،
هينئڙا ڪپ مَ ڪِج، سنگهار ملندءِ سپرين.
(شاهه)

شاهه لطيف جي سُر سارنگ بابت لطيف ڪانفرنس ۾ پڙهيل مقالن جو مهاڳ ـ سال 1998ع



# سُر سارنگ مان ڪجھ چونڊ بيت

(1)

آڳمِيو آهي، لَڳَہَ پَسُ! لَطِيفُ چئَي؛
وُٺو مِينهُن وَڏَ ٿُڙو ڳڏيو ڌَڙَ ڪاهي؛
ڇَنَ ڇَڏي پَٽِ پَئو، سَمَرُ سَنباهي؛
وِهو مَ لاهي، آسِرو اَللّهَ مان.

(2)

آڳَمَ ڪَيا اَللهَ، لَڳَہَ پَسُ! لَطِيفُ چئي؛
پَلَرَ جي پالُوٺَ سين، پَٽَنِ جَهلِيا پاهَ؛
واحِد وَڏائِي ڪَيا، مَٿي ڳَسَن ڳاهَ؛
سانگِيُن وَرِيا ساهَ، اُنُن آبُ آڳُوندِرو.

(3)

آڳَمَ اِيَ نہ اَنگ، جَهڙُو پَسَڻُ پريِنءَ جو؛
سيڻَنِ رِءَ سَيّدُ چئي، رُوحَ نہ رُڇَنِ رَنگ؛
سَهَسين ٿِيا سارَنگ، جانِي آيو جُوءِ ۾.

(4)

جانِي آيو جُوءِ ۾، ٿِيو قَلبَ قَرارُ؛
وَهِلو وِڇائِين وِيو، ڳَري غَمُ ڳُذارُ؛
نِظارو نِروارُ، پِي پَسايو پانهِنجو.

(5)

اَڄُ پڻ اُتَرَ پارَ ڏي، تاڙي ڪِي تَنوارَ؛
هارِيُنِ هَرَ سَنباهِيا، سَرَها ٿِيا سَنگهارَ؛
اَڄُ پڻ مُنهنجي يارَ وَسَڻَ جا وِيسَ ڪَيا

❂

# الا جُنگ جيئن

## سُر بلاول



تاريخ جي صفحن تي ثبت ٿيل ماڻهو قومن جي ڪردار، قول فعل جا امين هوندا آهن. جن بہ قومن جو قدر ڪيو ۽ انهن جي فڪر ۾ غلطان ٿيا، اهي نہ رڳو رهبر بڻيا، پر سندن اندر اهي خوبيون پڻ موجود رهيون، جيڪي سجاڻ ۽ بهادر قومن ۾ هونديون آهن.

سنڌ جي سرزمين جيڪي بہ دلير مڙس مٿير پيدا ڪيا آهن، انهن قومن جو مُنهن مٿي ڪيو آهي ۽ اسان جي شاعرن، انهن جي صفتن جي ساراهہ ۾ ڪئين ڪلام چيا، ڪئين گيت ڳاتا. جيئن تہ سنڌ جي سرزمين تي اهڙي قوم جنم ورتو جنهن کي پنهنجي مٽي، پنهنجو پاڻي ۽ پنهنجو مزاج، پنهنجي ثقافتي ورثو هو. تنهن ڪري اتي گهڻيا تڻيا اهڙا ماڻهو پيدا ٿيا جيڪي دلير هئا، سخي هئا ۽ ان سان گڏ هڏ ڏوکي ۽ سچا پڻ.

جيئن تہ لطيف سائين جهڙي آفاقي شاعر، جنهن جي شاعري جو بنياد انسانيت ۽ ان سان لاڳاپيل صفتن(Virtues) جو پرچار هو هن سچ ۽ حق پرستي جي پرچار ڪرڻ لاءِ ڪردار ئي اهي چونڊيا جيڪي نج کرا هيا ۽ منجهن اهي انساني خوبيون جهڙوڪ نئڙت، نياز، بهادري، سخا ۽ حب الوطني موجود هيون. جيئن تہ شاهہ جي سچي شاعري آفاقيت جو مظهر آهي ان ڪري سندس ڪردار بہ آفاقي ۽ لافاني بڻجي ويا آهن. حقيقت ۾ شاهہ سائين سچ ۽ حق جي ڳولا لاءِ جيڪا جاکوڙ ڪئي ان ۾ سندس مددگار ساٿي، اهي انساني ڪردار هئا، جن ۾ مٽيا جا مڻ هئا. جن ۾ ستن سورمين سان گڏ ڪئين سورما هيا، جيڪي شاهہ سائين جي ڪلام جي مالها ۾ پوتل اُهي مٽيا آهن جن

ڪانسواءِ انسانيت ۾ ساڻس لاڳاپيل صفتن جو پرچار ناممڪن هو. سندس راڻو هجي، يا چنيسر. پنهل هجي يا ميهر. ٻيجل هجي يا راءِ ڏياچ. جکرو جس کرو هجي يا اٻڙو پرجهلو باري. مورڙو مير بحر هجي يا متارا هجن. اهي سڀ سچ ۽ سخا جي علامت بڻجي. سندس ڪلام وسيلي نہ رڳو سنڌ پر سڄي عالم ۾ آشڪار ٿيا ۽ سچ جي صورت بڻجي سچ، سخا ۽ سورهيائي جا مبلغ بڻيا.

تون جا يانئين موج، سا مڙيائي مهراڻ تي،
هيءُ انهن جا اوج، جن سنبت سوري پار ڏي

انهن ڪردارن جي جدوجهد جي باري ۾ پروفيسر بٺاڻي پنهنجي ڪتاب The melody and Philosophy of shah latif ۾ چئي ٿو:

From this follows logically the absolute determinism that characterizes all of shah's poetry but along with this determinism is also relentless struggle to go forward. Shah was all for persistent and relentless struggle.

شاھ سائين جي ڪهاڻين جا ڪردار لطيف سائين وانگر جاکوڙي آهن. انهن ۾ سچي سهڻي هجي يا موهڻي مومل، ليلائڻ واري ليلا هجي يا نئڙت نياز واري نوري، لطيف سائين کي هنن وهڻ نہ ڏنو آهي تہ لطيف سائين هنن سورمين ۾ سورمن جي ننڍ ڦٽائي آهي. منهنجي نظر ۾ لطيف ٻين صوفين وانگر دنيا کي تياڳڻ يا ويراڳي ٿيڻ جو ڏس نہ ڏنو. پر هن ڌرتي ۽ ڌرتي تي رهندڙن سان رشتا ناتا جوڙيا. انهن جي فڪر ۾ غلطان رهيو ۽ ڏکن ڏاکڙن کي ڏور رکڻ لاءِ سڄڻن جو آسائتو رهيو.

هيءُ سڄڻ سيئي، جي مون ڪوڏ نهارئا،
ايندم جان پيهي، تہ سڀ لاهيندم ڏکڙا.

❋

آئون جن آساري، متي تڙ گذاريان،
مون کي وساري، شال مَ وڃن اوهري

سرساموندي جا هي سجڻ، هي پرين ٻه اهڙائي ڪردار آهن، جن وَس سيڪي آهي.

شاهه سائين سڀ کان وڌو وسيلو جهليو آهي سُر بلاول ۾، جنهن ۾ پاڻ نبي ڪريم ﷺ جن لاءِ عقيدت جا گل ڪٽي جهليا اٿس.

ڏک ڏکيندو مون نه ڇڏيندو شفيع شافع سپرين،
انڌا اونڌا اڪرئا سڀ نباهي نيندو شفيع شافع سپرين.

سُر بلاول لاءِ ليلارام وتڻ مل لعلواڻي پنهنجي ڪتاب The life Religion and poetry of Shah Latif ۾ لکي ٿو ته:

Bilawal is the name of a Hindhi ragni of which there are served Kinds. This sur contains miscellaneous versus in praise of the Prophet and several noted names of sindh, well known in their time.Jakhro,a big Zamindar Famous for his liberality, is spoken of Mention is made of Sultan allaudin who came from Dehli to sindh with a large army and offorded protection to all those who paid homage to him. Rahu,Abro and Samo the chiefs of the Sama tribe are also mentioned.

شاهه سائين وٽ دلير، وفادار سخي، اَمين ڪردارن جي کوٽ نه آهي، چاڪاڻ ته هن جي ڏٺي نظر هر انهي املهه کي جهٽي ورتو آهي، جيڪي ڪردار قوم جي آڏو اهڃاڻ ڪري پيش ڪيا اٿس.

جکرو جس ڪرو ٻئا مڙئي ملهه،
سمي جي سهاڳ جي، ڪهين نه پوي ڪل،
مِٽي اُن مرسل، اصل هئي ايتري.

هو جکري جي خوبين ۾ خاصيتن جو ايڏو معترف آهي جو چئي ٿو:

جکرا جيين شال، تنهنجو ڪنين مدو مَ سُٽان،
جيئن تو اچي ڪال، نالائق نوازئا.
جکرا تون جيين، تنهنجو ڪنين مدَو مَ سٽان،
اکيين ۾ هنيين، ٻنهي تاري تنهنجي.

محترم غلام محمد شهواڻي پنهنجي ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي ۾ لکي ٿو: "شاهه جا دم جکري جي هر هنڌ هاڪ ٻُڌي تنهن ڪري اهڙي مقبول عام هستي جا، اڄ ڳڻيا ڳُڻ ڳايا اٿس."

شاهه سائين جيئن پاڻ ڳڻن وارو هو تہ هن ڪئين ڳڻن وارا ڪردار ڪنيا آهن. وفا جو مجسمو مهل جو مڙس ۽ پرجهلايي. ابڙي لاءِ چئي ٿو:

ابڙو وڏ وڙو سُوڙو، سمون سونهن سين،
تنهن در سڀ اچن، ڪَنڌَ ڪيڊي ڪچ ڌڻي.

مون جن انساني صفتن جو ذڪر ڪيو آهي، شاهه صاحب سيني صفتن ۽ خوبين جي قد مطابق ڪردار ڳوليا آهن.

سمو سخاوت جي، وينو پڇي پَر،
ڪوئنو ڪنگالن ڪي، ڏيي دلاسا دَر،
متي ولهن ور، ڏيهاڻي ڏاتار جي.

شاهه سائين جي انهي مردم شناسي آفاقي حس جو لاڳاپو اصل ۾ عشق حقيقي آهي، جنهن لاءِ هن اسان لاءِ نہ رڳو ڪي ويچار ڇڏيا آهن پر دڳ بہ جکرو جس ڪرو ٿئي. ڪير مورڙي وانگر ڪُنن جي ور چڙهي، ڪهڙا متارا آهن. جيڪي مون کي موهين ٿا. ڪهڙا راڻا رڻ لتاڙين، ڪهڙا ميهر درياهہ ۾ گهڙي سهڻي ماڻين ٿا. مڻيا ۽ ماڻهو تہ اجهو هي آهن. دڳ پيچرا تہ اهي ئي آهن. رهبر رهرو بہ وک وک سان ملايو هلن پيا. باقي آهي پنهنجي ڪرڻي، ان جي ذات، ذات ڌڻين وٽ ئي هوندي. لطيف هجي يا سچل، ذات جا هيءَ ڌڻي، ذات ذاذاڻي ڏيهہ لاءِ ئي تہ ڇڏي ويا آهن. شايد ان ذات کي حاصل ڪرڻ جو ڏانءُ اسان کي نہ آيو آهي. انهن ذات ڌڻين جي ذات عام ڪرڻ لاءِ لطيف ۽ سچل جا عرس هر سال ٿين پيا. ڪوڙين سلام اچيو ڪن. آتڻ ان جي. اسين بہ ادبي ڪانفرنس جي ڪني هر سال چاڙهيون پيا. لطيف جي ادبي ڪانفرنس جو ڪم ڪار اجا بندي حوالي آهي. هيل جيئن ممتاز مرزا ڪم کي تکو ڪيو آهي ۽ منهنجي نوڪري جي تڙ پيڙ وڌي وئي آهي تہ ڪم ڪار ۾ مڙو ئي ڏکيائي محسوس ڪيان پيو. پر لطيف چواڻي:

پريان سنڌي پار جي، مڙيوئي منائي،
ڪانهي ڪڙائي چکين جي چيت ڪري.

لطيف سائين جي پار جي منائي آهي. ونڊ وراهه لاءِ اجهو حاضر آهي. هن سال جو نئون سُر 'سُر بلاول' آهي، جنهن تي منهنجي اديب ساٿين ۽ لطيف جي پانڌيئڙن مقالا پڙهيا آهن. ٿورا حميد آخوند سائينءَ جا، جنهن جو ڀروسو اعتماد ۽ ساٿ ڏينهون ڏينهن وڌو پيو پانيان. ممتاز قربائتي نموني سان مون جهڙي هج هجان ۾ ورتل ماڻهوءَ کي هلائي پيو ۽ ڪم وٺي پيو.

ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز هيل ڪراچي ۾ لطيف سرڪار کي عقيدت جا گل پيش ڪرڻ لاءِ جيڪا ڪانفرنس ڪوٺائي اها پنهنجي جاءِ تي هڪ يادگار ڪارنامو آهي، ان لاءِ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڪاميٽي سان گڏ حميد آخوند ۽ ممتاز مرزا کي مبارڪون هجن. شال اچا ڀٽ ڌڻي جي پيغام کي عام ڪن. اسان جو ساٿ هميشه ساڻن رهندو.

هن وقت جنهن طرح سان سڄي سنڌ لطيف سائين ۽ سچل سائين جي سنڌ سان لافاني عشق جي موت ۾ عشق حقيقي سان سرشار آهي ته هر ماڻهو مون لاءِ مٺيادار آهي ۽ سندس وک وک لاءِ دليان دعا ٿي نڪري.

الا! جُنگ جين، جنين اجهي گهاريان،
شال مَ سڪي وِيري، جئان پي پين،
مَ ڪڻ اکڙين، تو ڏني مون سک ٿيي.

سر بلاول جو مطالعو شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه/حيدرآباد سنڌ. 1992ع



## سُر بلاول مان ڪجهه چونڊ بيت

(1)

وِسَهُ اِنَهِين ويڙَ ڪي، جِنَ دَعوَتَ ڪِي داتا،
مَضمَضَه واتا، وِجُه تـ ڏيئِي واتَ ۾.

(2)

پيُ مَ طَهُورا، وانءُ اورانگهي اوِريان،
وِچان جي وِصالَ ڪي، سي سَڀِ اُجُورا،
حاصُلُ حُضُورا، سَمي جي سَڀِ ٿِئي.

(3)

سَما! تو سِرَ ڇَٽُ، ناتَ پاڳارا پُرسَ پِيا،
ڳَهَڻَا! ٽُنهِنجي ڳِجَڙي، اچي جالَ جَڳٽُ،
جِنِ جيها ئِي پَٽُ، تِنِ تيها ئِي ٻِڪِيا.

(4)

سمو تِنِ سَڏَ ڪري، جِنِ تي وڏو ويرُ،
اُتي تـ آجِي تِيان، پائي پاڪوڙي پيرُ،
تو رِءَ ٻِيو ڪيرُ، سَرَڻِيُنِ جا سونا سَهي.

(5)

سَرَڻِيُنِ جا سونا سَهي، وَسِيلو وِلَهَنِ،
لُڏي ڪِينَ لَطِيفُ چئي، اَڳِيان لالُ لَکَنِ،
جِتِ ڪوڙين ڪِينَ ڪُڇَنِ، اُتِ پابوهي پَڌِرو.

(6)

تَڙِ تَڙِ ڪِيمَ تَرَسُ، سَرُ نِهارِج سَيَرو،
ڏِينڌءِ لَکَ، لَطِيفُ چَئِي، راجَ راهُوءَ جي رَسُ،
وِلَها جنهن وَنهِيا ڳيا، پاڳَ تَنهِنجِي پَسُ،
ڪوڙين لاهي ڪَسُ، جي ڳالهائي ڳاٺُ ڪٽي.

۞

# جاڳُر ڏني گودڙي

## سُر رامڪلي

هيءَ ڪائنات اصل ۾ اهڙي حقيقت آهي جنهن جي سمجهڻ ۽ پرجهڻ لاءِ انسان ذات وڏا وس پئي ڪيا آهن. ڪائنات جي خوش رنگي انسان کي ساراهه(ثنا) تي مجبور ڪيو. هو ساراهه ته ڪندو هليو پر جڏهن هن ڏٺو ته چنڊ جي چانڊوڪي هجي، سج جي روشني هجي، گلن جي خوش رنگي هجي ۽ سونهن هجي يا سوپيا، سڀ رنگ گم ٿي وڃن ٿا، هر شيءِ اُلهي وڃي ٿي. انسان خود جيئڻ جا جتن ڪندو نيٺ فنا واري عمل مان گذري متي ڌوڙ ٿي وڃي ٿو. انسان صدين کان ان ڳولا ۾ رهيو ته اصل ساراهه جو حقدار ڪير آهي. جنهن هيءُ جهان جوڙيو ۽ منجهس ايتريون ته رمزون رکيون جو انسان پنيلجي، حياتي جي ڄار ۾ ڦاسي يا ته مايا جي موهه ۾ مريو وڃي، يا بي مقصد حياتي گهاري بنا نانءُ نشان راهه رباني وٺيو وڃي. هن طلسم کي سمجهڻ ڪو سولو نه هو پر "تخليق ڪار" هميشه پنهنجي مسلسل تخليق ۾ ڪي اهڃاڻ، ڪي نشان اهڙا ضرور ڏسيندو آهي، جيڪي سمجهڻ ۽ پُرجهڻ سان اها واٽ ڏسيندا آهن جنهن دڳ هلي وٽس پهچي سگهجي ٿو. اهڙا سمجهڻ پرجهڻ وارا ذات ڏٺي اهو ڏانءُ ته ڪائنات جو تخليق ڪار ڪير آهي، ان سان چاهت وارو چاهه چو رکجي، بيو سڀ موهه ڇڏي ساڻس نينهن ڪيئن لڳائجي ۽ ڪيس ريجهائجي يا وٽس ڪيئن پهچجي. ڪو جائي جم يا ورثي ۾ اها مام کٽي نه پي آيو. دنيا جا مفڪر ۽ عظيم هستيون جيڪي تخليق ۽ خالق جي مام پروڙڻ ۾ رڌل رهيا، Genius ضرور رهيا پر سندن اها ڏاهپ هن ئي ڪائنات جي دين هئي، جنهن ۾ هو رهي حياتي جي بي ثباتي.

انسان ذات جي اورچائي، نيڪي ۽ بدي واري عمل ۽ ان ازلي ڏک کان آگاهہ ٿو ٿئي، جنهن ۾ هيءُ انسان، ان ڏاهي مفڪر ۾ مڪمل ڦاٿل نظر ٿو اچي. ان انسان جي پلائي ۽ خود آگاهي لاءِ اهو مفڪر پاڻ کي ان ماحول ۾ مٺي ڪري اول پاڻ خود آگاهيءَ جي عمل مان گذري ٿو ۽ پوءِ ٻين تائين اهي ڏس پنڌ ڏسي ٿو جنهن تي هلڻ سان سچي انسان ذات کي ڇوٽڪارو اصل ٿئي ٿو. مذهبن جو جڙڻ، ڪنهن مت جو وجود ۾ اچڻ، ڪنهن فڪر جو نمودار ٿيڻ اهي سڀ نبين پيغمبرن، ڏاهن مفڪرن جي انهي جاکوڙ جو نتيجو آهن جيڪي هنن انسان ذات جي مونجهاري کي دور ڪرڻ لاءِ ئي هن ڪائنات جي تخليق ڪار کي ڳولڻ ۽ مالڪ جي ساراهہ ڪندي وڏا وس ڪيا. هو پاڻ ڳولا جي عمل مان گذريا، ڏکن جا ڏينهن گذاريا. صرف انهي لاءِ تہ ڪين آگاهي ٿئي تہ ڏيهہ کي ڪجهہ ڏسيون ۽ دڳ لايون.

لطيف سائين بہ ان پنڌ جو پانڌيئڙو آهي جنهن پهريون جوڙڻ واري جي ساراهہ ڪئي، سندس سچو ڪلام سُر ڪلياڻ کان وٺي پڇاڙي تائين مدح سرائي ۾ آهي:

اول الله عليم، اعليٰ عالم جو ڌڻي،<br>
قادر پنهنجي قدرت سين، قائم آهہ قديم،<br>
والي واحد وحده، رازق رب رحيم،<br>
سو ساراهہ سچو ڌڻي، چئي حمد حڪيم،<br>
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جي.

پر جڏهن سندس سمجهڻ پرجهڻ وارو عمل شروع ٿيو تہ چيائين:

پاڻهي جل جلاله، پاڻهي جان جمال،<br>
پاڻهي پير مريد ٿيي، پاڻهي پاڻ جمال،<br>
سڀ سڀوئي حال، منجهائي معلوم ٿئي.

سندس فڪر جي انتها هيءَ هئي:

پڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين،<br>
هئا اڳهہ گڏ، ٻڌڻ ۾ بہ ٿيا.

لطيف سائين پنهنجي غور فڪر ۾ فراق وسيلي خالق جي ڳولا ڪئي، ان ڳولا لاءِ هن فطرتي، انساني جمال جلال تي غور ڪيو. بني نوع انسان جي نبض شناسي، قدرت سان رهاڻ ڪيس ڪيترن اسرارن کان آگاهہ ڪيو. انهي ڳولاءِ ۾ سر گردان هيءَ ڪي ورهيہ رهيو. ڊاڪٽر گربخشاڻي پنهنجي مقدمي ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو:

هڪ ڏينهن اوچتوئي اوچتو مائٽن جي موڪل بنا جهنگ منهن ڏئي اٿي هليو، واٽ تي شايد هڪ هندو سناسين ۽ جوڳين جي ٽولي ملي وئي ٿي ڏسجيس. جن سان گڏجي پنهنجي محبوب جي وڇوڙي ۾ انهن جهڙي ڪفني پائي، رلندو رهيو.

اڄ ملينديس ماءِ، ڏاڄا ڪنديس ڪپڙا،
جيجا! جوڳياڻي ٿيان، مون کي جهل مَ پاءِ،
هوت ٻروچي لاءِ، ڪنين ڪُنر پائيان.

بس انهن جي صحبت ۾ گهڻيئي ملڪ ڦريو ۽ ڪيترين سندن تيرٿن جون جايون ۽ تڪيا پيتيائين. لکپت ۽ گرنار تائين بہ ويو جتان موٽندي جيسلمير ۽ ٿر جو سير بہ ڪيائين. انهي ڪانپوءِ گنجي ٽڪر ۽ لس ٻيلي جي سرحد وارن جبلن ۾ گشت ڪندي لاهوت لامڪان، هنگلاج ۽ سپڙ سخيءَ جون زيارتيون ڪيائين ۽ شڪ نہ آهي تہ اتان ئي ڪابل ۽ قنڌار ڏي بہ ويو. جتان موٽڻ بعد وري ٻيو دفعو هنگلاج ۾ آيو. هن دفعي اتي جوڳين جون ريتون رسمون پوري طرح بجا نہ آنديائين، جنهن ڪري جوڳين سناسين سان البت اٽيٽت ٿي پيس. تنهن ڪري انهن کان ڇڄي ڏار ٿي ڪيچ مڪران لتاڙي ننگر ٺٽي ڏي رخ رکيائين. هڪڙي هنڌان هڪ درد ناڪ آواز جو پڙلاءُ ڪن پيس اڳ پرو وڌي ڇا ڏسي تہ غار ۾ شخص هيءُ مصرع هر هر پيو چوي:

"هيڪليائي هيل، پوريندس پنهون ڏي"

شاهہ سائين جي پڇڻ تي هن احوال ڪيو تہ "آءُ هڪ جت آهيان. مان ۽ منهنجا ٻيا بہ سنگتي انن تي شاهوڪاري مال لڏيو پئي وياسين. اوچتو هالن جي ڳوٺ وٽان لانگهائو ٿياسين جتي ڪن فقيرن راڳ پي

ڳايو. انهي راڳ جي هڪڙي تڪ منهنجي دل ۾ اهڙي چيي وئي جو انهيءَ ڏينهن کان وٺي مان پنهنجو مال ملڪيت ڦتو ڪري رڳو اها تڪ ڳائيندو هت اچي نڪتو آهيان." شاهہ کي معلوم ٿيو تہ هو ويچارو دردن ماريل آهي ۽ کيس چيائين تہ"جي تنهنجي مرضي هجي تہ بيت جون ٻيون مصراعون بہ چئي ٻڌايان. جت انهي تي خوشي ڏيکاري ۽ شاهہ ٻي مصرع چئي ٻڌايس:

آڏو ڏونگر لڪيون، سوريون سڄل سيل.

جت هيءَ مصرع ٻڌي وجد ۾ اچي ويو ۽ شاهہ کي بيت پوري ڪرڻ لاءِ منٿ ڪيائين. شاهہ سائين بيت هيئن پورو ڪيو:

تہ ڪر ٻيلي آهن ٻيل، جي سور پريان جا ساڻ مون

شاهہ جو بيت پورو ڪرڻ ۽ جت جو مورڇا ٿي ڪرڻ.شاهہ کي نهايت عجب لڳو ۽ ڏاڍو ارمان ٿيس، هٿ لائي ڏسيس تہ حياتي نهيئي ڪانہ.پوءِ ان کي اتي دفن ڪيائين ۽ سندس قبر اڄا تائين واتُهڙوئن کي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. شاهہ اڪثر چوندو هو تہ "انهي جت جهڙو صادق ۽ سوختہ دل آدمي، مون ڪڏهين ڪو نہ ڏٺو". هيءَ تڪر ان لاءِ ڪنيم جو انهي ۾ شاهہ سائين جي رڳي ووڙ ناهي پر عام ماڻهو جي ووڙ آهي جيڪو "هيڪليائي هيل پوريندس پنهون ڏي" ٻڌي وتي ٿو جهنگ جهر جبل جهاڳيندو ۽ جڏهن ٻڌي ٿو" تہ ڪر ٻيلي آهن ٻيل، جي سور پريان جا ساڻ مون" تہ سندس جاکوڙ پوري ٿي وڃي ٿي ۽ وڃي پنهنجي "پنهون" سان ملي ٿو. شاهہ سائين ان ڳولا جي ذريعي ٿي منزل ماڻي ۽ اسان لاءِ بہ وڏو فڪر جو خزانو ڇڏي ويو.

مون ننڍپڻ ۾ انگريزي ۾ هڪ نظم پڙهيو هو Voice Of God جنهن ۾ شاعر خدا جو آواز ٻڌڻ لاءِ خدا کي ويجهو ٿيڻ چاهي ٿو. ان لاءِ هڪ ڪليساجي تمام مٿاهين برج تي چڙهي وڃي ٿو ۽ پوءِ اتي کيس آواز آڪيس ٿو تہ جي خدا کي ٿو ڳولين ۽ سندس آواز ٻڌڻ چاهين ٿو تہ خدا جي تخليق ڪيل خلقِ خدا وٽ موٽي وڃ. ساٿن گڏ گهار ۽ خدا اُتئي توکي ملندو.

لطيف سائين ماڻهن سان ۽ ماڻهن منجهه ئي گهاريو ڪهڙو علائقو آهي جت هو نه ويو. ڪهڙو هنر آهي، جنهن جي هنرمندن وٽ نه ويو. هن جي ڳولا ان تخليق ڪار جي ڳولا هئي جيڪو خالق حقيقي آهي. جوڳين ۽ سناسين سان گڏ ڪيل ڳولا ۽ هيءَ ووڙهن سُر رامڪلي ۾ چٽي ڪري بيهاري آهي.

ڳوليان ۽ ڳنڊيان، ويا ويراڳي نڪري،
صحبت جا سنديان، آئون نه جيئندي اُن ريءَ.

سُر رامڪلي هڪ مسلسل ڪهاڻي آهي انهن ڪاپڙين، سناسين جوڳين جي جنهن جي شروعات هو ڪري ٿو.

(1)

"ڪيم ڪاپڙين جي پهرين ڏينهن پروڙ"

(2)

"ويهي ويراڳين جو ٻئي ڏينهن ٻڌم حال"

(3)

"ٽئين ڏينهن تمڪائين دونهين دائرن ۾"

(4)

"چوٿين ڏينهن چوگان ۾ ڪنهن جنهن پهه پيا"

ايئن ڪهاڻي هلندي هلي ٿي، هو انهن ڪاپڙين جي شڪل صورت به ٻڌائي ٿو:

ڪن ڪٽ، ڪاپٽ، ڪاپڙي، ڪن ڪتائين،
لاهوتي لطيف چئي، ماڳ نه متائين،
جو خودي ڪي نانئين، هلو نه تڪيا پسون تن جا.

شاهه سائين هن سفر ۾ اهڙي ڏک کان آگاهه ٿيو جيڪو سچي انسان ذات جو ڏک هيو.

رام ڪلي ڏکيا ڪهي، سکيا ڪهي نه ڪوءِ،
ڪو مٽي ڪو مائٽي، ڪو روچي ڪو روءِ،
رام ڪلي ڪهي سوءِ، جنهن ياڳي ڏک اچي.

شاھ سائين هنن سناسين، جوڳين جي ذات جي ڪهاڻي جيڪا انسان ذات جي اڻ کٽندڙ ڪهاڻي آهي، ان کي جڏهن چوٽ تي چاڙهي بيهاري ٿو تہ سندس هيءُ بيت ئي بس آهي.

جتي عرش نہ اُپ ڪو زمين ناهہ ذرو،
نہ ڪو چاڙهائو چنڊ جو نڪو سج سَرو،
اُتي آديسين جو لڳ دنگ درو،
پري پيين پرو ناٿ ڏٺائون ناھ ۾.

شاھ سائين جو هيءُ سُر ان ڳولا جو منڊ آهي، جنهن ۾ شاھ سائين، اهو چئي"ناٿ ڏٺائون ناھ" ۾ ڳالھ کي ختم نہ ڪيو آهي پر ان "ناھ" کي ڳولڻ لاءِ اجا قصي کي اڳتي وڌايو آهي. شاھ سائين اصل ۾ ڳالھ اثباتAffirmation جي ڪندو رهيو آهي پر Negation نفي ۾ هن طلسم کي لڪايو اٿس. هم اوست جي هن وات پنڌ ۾ Negation نفي ضرور آهي. "مان هيءُ نہ آهيان" هيءُ بہ نہ آهيان، پر اصل پنڌ اثباتAffirmation وارو آهي جن ا ها وات ورتي، اهي اهو چيو ڏين. "مان هيءُ بہ آهيان هو بہ آهيان سڀ آهيان."

"نائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو."

شاھ جي هن پد تي پهچڻ ۾ سندس اهو عمل سچوءِ سجايو رهيو تہ:

ڳولهيان ڳولهيان مَ لَهان، شال مَ ملان هوت،
جا من اندر لوچ، مچڻ ملڻ سان مانئي ٿئي.

H.T.Sorley پنهنجي مضمون The birth of a classic ۾ هڪ سوال اٿاري ٿو.

The emergence of genius is an event which is the present state of human knowledge approaches the in explicable. Heredity and environment are certainly aninadequate explanation. There is usually little in the immediate circumstanaces of his birth and his upbringing to above his fellows. In shah abdul latif.s case the

enquirer find small help towards knowing how this outstanding poet came, to the fulfillment of his genius.

Shah Abdul Latif's life in fact would seem to prove the truth of the old adage , Poeta nascitur,non fot.

هوان جوئي جواب ڏيندي چوي ٿو:

In shah abdul lateif's life time we can Trace Fairly easily most of the signs that the old order was soon to pass away. The poet,s own life displays the successive stages he went through from poet's to sage, ending finally in in sainthood. The important point, however is that shah abdul latif is the last of the great medieval poets. He sang for a people whose religious outlook itelligible and respected tody, has lost for ever that equality of homogeneity with its environment which is so characteristic of medielism. It is extremely doubtful whether poetry like shah abdul latif's can ever be composed in sindh.

شاهہ سائين جي انهي پرندڙ سماج ۾ حق سچ جي ڳولاءِ جاکوڙيندي جيڪو ذڪر ڏنو اهو اسان جو سرمايو آهي. هو هر انهي ماڻهو لاءِ فڪر مند آهي، جيڪو هن ڌرتي تي گهاري ٿو. سندس سرن ۾ ڪٿي مورڙو ۽ ان جا ميربحر ساٿي آهن، تہ ڪٿي نوري سان گڏ سندس مٽ مهاڻا آهن، ڪٿي مارئي، ان جا اباڻا مارو مال چاريندڙ ڌراڙ آهن، ڪٿي ساموندي، بندر بازاريون آهن، ڪٿي ڪاپائتيون ڪتِن ۽ ڪنبن تيون، ڪٿي سسئي جا ڪيچ مڪران وارا پنڌ آهن، ڪٿي ڪاهوڙي تہ ڪٿي سنياسي ڪن ڪٽ ڪاپڙي ۽ جوڳي وتن ناهہ ۾ سڀ ڳجهہ ڳوليندا. اها سماجي وندر واري ووڙ ماڻهن منجهہ مٽيا ۽ ديرو دوست واري مام هئي، جيڪو هن عظيم شاعر جي جياپي جو مقصد هو جيڪو هن نہ رڳو ماڻيو پر بين کي بہ ڏس ڏنو.

هر سال پٽ شاهہ ثقافتي مرڪز ۽ سنڌ ثقافتي کاتي وارا پنهنجي پَر نباهيندا پيا اچن ۽ اسان جي ادبي قافلي جا ساٿي پنهنجو ساٿ نباهيندا پيا اچن. جنهن لاءِ مان پنهنجي ساڏين ۽ ساٿين جو ٿورائتو

آهيان جو هنن مون، لطيف جي پراڻي پانڌيئڙي سان پيي ساٿ نباهيو آهي. اميد اٿم تہ جيسين جيئرا آهيون جهان ۾ اهي پنڌ ساڳيا رهندا ۽ ساٿ سلامت رهندو. سندن ڪيل محنت ۽ عبادت اوهان آڏو آهي، شال سندن هي ڏورڻ ثاب پوي.

ٻولي ٻجهارت، جوڳيان سنديءَ ذات جي،
ڏورڻ گهڻو ڏاڪڙو، هلڻ ۾ حيرت،
عجب عبادت، پهہ پروڙڻ ان جو.

آخر ۾ ٿورا دوست حميد آخوند جا، جيڪو لطيفي ورثي جي سارسنڀال لهي ٿو ۽ اڻ ميا موتي ميڙي، لطيفي گنج ۾ داخل ڪندو رهي ٿو. سندس ساٿي ۽ منهنجي دوست ممتاز مرزا جا ٿورا، جو هر دفعي پاڻ مهرباني ڪري مون جهڙي دنيوي فڪرات جي ماريل کي هن روحاني سفر ۾ ساڻ ڪري هلي ٿو ۽ ساليانی ڪتاب جي سهيڙڻ جو ڪم وٺي ٿو. شال ٻئي ويران وير وڌ هجن ۽ لطيف سان نينهن نباهيندا اچن. مون لاءِ تہ هيءَ ئي وڏي وٿ آهي:

جا گُر ڏني گودڙي، سا مون گهڻو سهاءِ،
نيئي رساڻي ماءِ، اوڏين جي ادب سين.
(سُر رامڪلي)

شاهہ عبداللطيف ثقافتي مرڪزيت شاهہ، حيدرآباد سنڌ
1993ع/1414هہ



## سُر رامڪلي مان ڪجهه چونڊ بيت

(1)

نُوري ۽ نارِي، جوڳيڙا جهانَ ۾؛
ٻَري جن ٻارِي، آءُ نہ جِيئندِي اُنِ ري.

(2)

جوڳيڙا جَهانَ ۾، هُئا مَنجِهه حَمامَ؛
آرامان اَرَڳُ ٿِيا، اوڏا نہ آرامَ؛
ڳيائون قِيامَ، آءُ نہ جِيئندِي اُنِ ري.

(3)

وارو! ويراڳِيُنِ کي، ويلَ مَ وِساريج؛
قَدَمُ ڪاپَڙِيُنِ جا، لِيلائي لَهيج؛
پِيرَتَ پَسِيو پَٽَ جي، وَجَڻَ کي وجِيج؛
راتو ڏِينهَن رِڙهيج، آءُ نہ جِيئندِي اُنِ ري.

(4)

واجَٽَ ويراڳِيُنِ جا، مُون وَٽِ وَڏي وَٿُ؛
سونُ سَيوئِي سِڱِيُون، پَسِي ڪِينَ مَ ڪٿُ؛
ويساهي ويلَ ڳنهين، پُورَبِ ويندو پَٽُ؛
هَلُ! ڪَنيائُون هَٿُ، آءُ نہ جِيئندِي اُنِ ري.

(5)

واجَٽَ ويراڳِيُنِ جا، مُون وَٽِ وَڏو مالُ؛
مَقالان مَهَندِ ٿِيا، ڪونهي وَٽِنِ قالُ؛
حاصُلُ جنِين حالُ، آءُ نہ جِيئندِي اُنِ ري.



# ڪتيم سپ ڄمار

## سُر ڪاپائتي

چَرِهي نہ سَگهان چوٽئين، يارَ بِنا، دِلِ مانديا
ٻاروچي ساڻُ، ٻَرِيا اي جيڏِيُون!
هيڪَرَ ٽِيا هيڪاندي

چَرِهي نہ سَگهان چوٽئين، يارَ بِنا، دِلِ مانديا
هيڪَرَ ٽِيا هيڪاندي

شاهہ سائين سان ڏاڍي دل اٿم تہ 'هيڪر ٽيان هيڪاندي'، شايد ائين ڪو چوٽين چڙهي سگهان، پر هيءُ دل ڏتاربندڙ دنيا، ماڻهوءَ کي ماڻهوءَ سان وچڙائيندڙ وچتر وستيون، ڪٿين دلبريون ڪٿين دلبا، ڪٿين دستور، وک وک تي ڪٿين راهون، ڪٿين رستا، هر طرف واٽون ويهہ ٽيون واري ڪار آهي.

شاهہ سائين جي تخليق ڪيل دُنيا ۾ جڏهن بہ داخل ٿيو آهيان تہ پاڻ کي هڪ طلسم ۾ وڪوڙيل پاتيو اٿم، پر هيءُ طلسم ڪو ٽٽڻ جو هجي تہ مان سائين کي ساحر ڪٺي چوان. پر سائين اُپو ڪنيو وڃي، اهڙي هنڌ هٽي تو جت طلسم، طلسم نہ ٿو رهي، پر حق حقيقي واري واٽ نظر اچيو وڃي، پر سوال آهي تہ اُن واٽ تي پهچڻ ڪان پوءِ اسان مان ڪيترا آهن، جيڪي اُن حق حقيقيءَ واري واٽ تي هلي منزل ماڻين ٿا. شاهہ سائينءَ جي ڪلام کي پڙهڻ سان ايئن ضرور ٿيو آهي تہ:

وينئي آهيان واٽ تي، آهيان آسروندي،
مون کي تان سي نہ چڏيندا هوتا.

شاهہ سائينءَ جن ڪهاڻين کي ڪنيو آهي، اُهي ديون پرين جون نہ پر عام ماڻهن جون آهن. سورما هجن يا سورميون سڀ جيئرا جاڳندا ماڻهو شاهہ جي مهر ۾ قرب ڪٺي جا محتاج رهيا آهن. شاهہ سائين سيني کي جاودان بڻايو آهي. اُن سان گڏ بنهہ عام ماڻهوءَ کي هيرن ڪاڻ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. ”سر ساموندي“ جا ناڪئا هجن يا سندن آسروند نماڻايون، سر گهاتوءَ جو مورڙو ميربحر هجي، يا سندس ڀائر ۽ سندن راڄ جا ماڻهو مارئي سان گڏ سندن ماروئڙن جا لافاني ڪردار، نوريءَ سان گڏ سندس مڪڙي ۾ ملاح، سُر ڪاپائتيءَ جي ڪاپائتي، چرخو چورڻ واريون جيڪي ڪتن بہ تہ ڪنبن پڻ.

شاهہ سائينءَ جي ڪلام کي جنهن جنهن جهونگاريو آهي، اُهو سندس طلسم ۾ گرفتار وڃي ٿيندو ۽ جڏهن مست ٿيو وڃي تہ ڪيس خبر پوي ٿي تہ هي طلسم نہ آهي پر ”چت جي ورتين کي بند ڪرڻ بعد ساڪي پنهنجو پاڻ ۾ ٿو رهي. پاڻ سڃاڻڻ جو اول رستو آهي، من مارڻ، يعني ڪوڙي ”پاڻ“ کي وڃائڻ. جنهن طلسم مان نڪرڻ بعد جزو ڪل ۾ ٿو سمائجي، سڀ ڪجهہ سائين ٿو پسجي.“

شاهہ سائين اصل ۾ ڳالهہ اثبات Affirmation جي ڪئي آهي، پر Negation يعني نفي ڏانهن نئون طلسم پسايو اٿس. اهو رستو همہ اوست جو آهي، جنهن ۾ Negation يعني نفي ضرور آهي، يعني مان هيءُ نہ آهيان، هيءُ بہ نہ آهيان، پر پنڌ اثبات Affirmation جو آهيان. جت اُها وات وٺي ماڳ پهچڻ وارا يڪدم چون ٿا، مان هيءُ بہ آهيان، هو بہ آهيان، سڀ آهيان. شاهہ سائين ڳالهيون ڳجهہ ڪري، وات اُها ئي ڏسي پر سچل ڳالهين جو ڳهير گهٽ رهيو ۽ سڌو سنئون ائين بہ چيائين ”متي ڪٿ نهين. ساروئي سر آهي، ڪاٿي سچو ڪاٿي ذات سچل دي“ سچل، شاهہ سائين جي مام پروڙي طلسم توڙي هن ڳالهہ کي بہ کوليو آهي: ”حق هويا اثبات جڏهان تڏهان گم هويا اهو دعويدار.“

هونئين بہ ائين آهي تہ فنا جي رستي ۾ پنڌ ڪندي، نفس ۽ من کي مارڻ ۾ جهد ۽ جفا ڪبي آهي، تنهن ڪري هر طالب کي تڪليف ٿي ڀاسي. شاهہ سائين اِن ڪري چوي ٿو:

کوءِ هاڙو ٻنُ هوت، کوءِ پنهون، ٻن پريتڻو
مادر مون موت، پسڻا پرايو.

سچل بہ چيو:

آءُ ادا سالڪ صحي ڪر تون تہ طلسمات کي،
پيچ دوئي تان ڪل پويئي دور ڪر درجات کي،
ڪيئن وساري ويهي رهين هر هر نفس اثبات کي،
اثبات کؤن اڳتان لنگهي، ڪرتم تون طاعات کي.

مان نہ انهيءَ طلسم کي سمجهي سگهيو آهيان نہ نفي ۽ اثبات تائين پهتو آهيان، مون کي خبر نہ آهي بس ايتري خبر اٿم:

رَتيءَ جي رهاڻ، جيءُ اڙايُم جيڏيون

اِن ڪري اها بہ پلي پت چاڻ اٿم تہ:

پايم جي سرواڻ، ڇُلائيندي‌م ڇپرين
ڪايم هُند پلاڻ، اُڍِ گڏايم اُن جا.

منهنجي لاءِ اجا اهو بہ مونجهارو آهي تہ شاهہ سائين جيڪو سر ڪاپائتي ۾ چرخو چوريو هو اُهو سائينءَ جي سچي ڪلام ۾ چرندو رهي ٿو. شاهہ سائينءَ جي ڪپهہ جي هڪ پوٽي ايڏي تہ تند پيدا ڪئي آهي، جو مٽين سُٽ مهيا ٿي ويو آهي. ڪاپائتي ويچاري حيران آهي تہ هو ڪتي ڪتي بيٺي آهي، پر سُٽ بي حساب نہ آهي، شاهہ سائين فڪر جي هڪ پوٽي مان اٺاهہ ڏيگ لڳائي چڏيا آهن، هو اسان وانگر شاهہ سائين واري اُن سٽ کي ڦولهي ٿي ۽ اڄ تائين ڦولهيندي رهي ٿي، ڏسون اسان وانگر ڪيس رُڳو سُٽ مليس ٿو جيڪو وڃي سوديندي يا ڪو اهڙو سٽ مليس ٿو جنهن سان سندس سودو سڦرو ٿي وڃي ٿو. هيءَ تہ شاهہ سائينءَ جي ڪاپائتي هئي، جنهن نہ چرخو ڇڏيو نہ آتڻ. پر سچل ڳالهہ ئي عجيب ڪئي:

آئون ڪيئن آتڻ وڃان ڙي پينم،
منهنجو چرخو چيو نا ڪري.

منهنجي دوستن ساٿين، محققن ۽ مفڪرن ڪاپائتي جي سُٽ ڪي ڦوليو آهي ۽ سندن قول ۽ ٻول اوهان جي آڏو آهن. شال صاب پون، جيڪي ڪتاب منهنجي جهوليءَ ۾ پيا، سي هي آهن:

سُر ليلا چنيسر، سُر گهاتو سور ڪاموڏ، سُر مارئي ۽ هاڻ سُر ڪاپائتي. جيتوڻيڪ سر ڏهر بہ منهنجي جهوليءَ ۾ لطيف سائين جي دعا سان پلئہ پيو هيو جڏهن ٺاهي سنواري تيار ڪيم تہ ڪنهن دلبر ڪي اهڙو وڻيو جو اُهو ڇپيو ۽ مٿس سهيڙيندڙ ۽ تدوين ڪندڙ جو نالو ئي ڪو ٻيو هو. مان هن موقعي تي ورجائي چوندس تہ اها مهر لطيف سائين جي آهي، جو مون نِڌر ڪي انهي قابل سمجهي سندس نانءُ تي منعقد ٿيندڙ ڪيترين ادبي ڪانفرنسن جي اڳواٽي نصيب ڪيائين ۽ هيءُ هيرن ۽ لالن سنديون ڪاٽيون آڏو ڪيائين، جن مان ڪي چونڊي اوهان آڏو آڻڻ جي اجازت ڏنائين.

مان ٿورائتو آهيان، هميشہ جيان دوست ۽ ساٿي حميد آخوند جو جنهن مون ڪي نہ رُڳو مانُ پئي ڏنو آهي، پر لطيف سائينءَ جي خدمت ڪري جس کٽيو آهي. ڏٽي هميشہ ڪيس اِنهي پلائيءَ جا پاڙا ڏيندو.

مان دوست ممتاز مرزا جو بہ ٿورائتو آهيان. ٿورا ساٿي پرواني پٽي ۽ نفيس احمد ناشاد جا جن هن ڪتاب جي سهيڙڻ ۽ ادبي ڪانفرنس جي ڪم ڪار ۾ هميشہ پئي هٿ ونڊايو آهي.

سُر ڪاپائتيءَ جو اهم ڪردار ڪاپائتي اوهان آڏو آهي ۽ سندس ٻول، ورجاءُ ۽ آلاپ جڏهن وَرُ وَرَ پڙهبا ۽ ٻڌبا تہ اها ڪِرت، نہ رُڳو پورهيئي واري ڪرت نظر ايندي ۽ اُن ۾ اسان جا ثقافتي اُهڃاڻ نظر ايندا پر اُن سان گڏ اُهو سٽ ڦولهڻ سان مَن جا مونجهارا لهي ويندا. چاڪاڻ تہ ڪاپائتي جو سچڻ تہ پورهيت ڪي ’پر ۾‘ سڏي پُڇڻ وارو آهي، ۽ اهڙي سڀاڄهي سائين آڏو تہ مون وارو حال، اهو ئي آهي:

اڳلڙي آءُ، مون ڪان پڙا پڳا نہ ٿيا.

مرتب جي حيثيت ۾ سُر ڪاپائتي بابت سهيڙيل مقالن واري ڪتاب جو مهاڳ

## سُر ڪاپائتي مان ڪجهه چونڊ بيت

(1)

توڙي ٿُون ڪاتارِ، جِمَ هيڪلِي پيرِئين؛
ڏِنِي ڪا ڏُنارِ، صَراف اِنهين سُٽَ ۾.

(2)

جان ڪَتين تان ڪِتُ، هِيءَ هَڏِ وِهاڻِي؛
ڪاپائِتِي سَيڪا، ڪِتِي سيباڻِي؛
جاتو جِن جاتِي، تِنِ هَتان پِهي نہ چِڏِي.

(3)

هيءَ هَڏِ وِهاڻِي، جان ڪَتين تان ڪِتُ؛
ڪو پنَهِنجي عِيدَ ڪي، پيري ڪَچ پَرتُ؛
مَتان روئِين رَتُ، صُباحَ وِچَ سَرتِيين.

(4)

ڪَتَڻَ جي ڪانہ ڪَرين، سُتي ساهِين هَڏُ؛
صُباحَ ايندءِ اوچِتو عيدَ اُڳماڙِن گَڏُ؛
جِتِ سَرتِيون ڪَندءِ سَڏَ اُتِ سِڪَندِينءَ سينگارَ ڪي.

(5)

اَجُ پڻ اُجَهڻَ ڪي مَرِين، نَڪِي ڪِتُءِ ڪالَ؛
پوريءَ! توسين پالَ، ڪانڌُ ڪَريندو ڪيترا؟

(6)

اَجُ پڻ اُجَهڻَ ڪي مَرِين، نَڪِي ڪِتُءِ ڪالَ؛
مونا اُنجِي اُڪَڙِيا، اَرتَ پَرڪِي مالَ؛
هَيءَ! تنِين جي حالَ جن ڪابِي منجهان ڪِينَ ڪَيو

# آٽي ڏنائون، هيرا لعل هٿن سان

## سُر ڪاموڏ

تاريخ جي صفحن تي مون ڪئين نقش ايرندي ڏٺا آهن ۽ ڪي تہ دائمي ٿي رهجي ويا آهن ۽ ڪن ڪي توهان نشان نہ پر اهڃاڻ چئي سگهو ٿا، سي نالي ماتر رهجي وڃن ٿا. تاريخ قومن جي هجي، ان جي نشانن يا اهڃاڻن جي هجي يا ان جي فردن جي هجي، ايندڙ نسل لاءِ هڪ روشن مشعل جو ڪم ڏئي ٿي. اها مشعل انهن پنڌن ۾ پيچرن کي چٽو ڪري بيهاري ڪري ٿي. جنهن تي ايندڙ نسل کي هلڻو آهي. قومون انهن شخصيتن کي رهبر ڄاڻي پنهنجي مقدر جا فيصلا انهن جي هدايتن ۾ عمل پٽاندر ڪن ٿيون.

هن خطي جي تاريخ جيتري پراڻي آهي، ان جا ماڻهو ايترائي قديمي ۽ پراڻن قدرن جا سنڀاليندڙ آهن. انهن لاءِ حق ۽ سچ جا قدر سندن ورثو آهن. سچ ۽ حق جي مبلغن جو درجوئي وٽن تمام گهڻو مٿانهون آهي. اهي مبلغ نہ رڳو کين راهہ ڏسين ٿا يا حق ۽ سچ جو پيغام ڏين ٿا پر سندن اُٿڻي ويهڻي ۽ روايتن تي بہ اثرانداز ٿين ٿا. اهي پوءِ هڪ ثقافتي علامت بڻجي سندن درگاهن، اوطاقن، ڪچهرين ۽ گهرن کي روشن ۽ منور ڪن ٿا. لطيف منهنجي نظر ۾ انهن شخصيتن جو اڳواڻ آهي، جيڪي قومن جي جياپي سان تعلق رکن ٿيون. سندس ڪلام سندس شخصيت جو نقش آهي، انهيءَ سنڌ جي سرزمين کي سهڻو سکيو ۽ ستابو رکيو آهي. انهيءَ ئي سنڌ جي فڪر کي رستو ڏيکاريو ۽ ذهن کي سنڌو درياهہ جي موجن واري رواني ڏيکاري.

هر نقش کہ بر تختۂ هستي پيداست
اين صورت آن کس است کہ اين نقس آراست
درياي کهن کہ مي زند موج تو
موجش خوانند في الحقيقت درياست

شاهہ صاحب "حق، حسن ۽ خير" وارن قدرن جو پڻ علمبردار آهي. اِهي قدر ئي انسان ذات جو جياپو آهن.

لطيف سائينءَ جي پوئواريءَ ۾ سچل، سامي، بيدل، ۽ ٻين صوفين بزرگن گهڻايو ڪرنهي، وک اڳتي وڌائي آهي، جو ظاهر کان اڳيرو هلي باطن جا رازدار پڻ بڻيا آهن. پر لطيف هر حالت ۾ پنهنجي ماڻهن جي ظاهر ۽ باطن جو مطالعو ڪري جنهن عوامي تحريڪ جو محرڪ بڻيو اها هر درگاهہ، هر گهٽي، هر گام پٽئي پنڌ پيرا ڪٽي.

ان پيغام جا پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ هر لحاظ کان تصوف جي فڪر، "علم" ۽ مستي جي فرق کان آجا ٿي، لطيف جي عوامي پٽي کي سرمايو بڻائي، جيءَ اندر جايون ڏيو ويٺا آهن. لطيف هر ماڻهوءَ لاءِ "صاحب - ڪيف و حال" بزرگ آهي تہ ان سان گڏ سندن غم، فڪر ۽ ذکن جو ساٿي پڻ آهي. لطيف سنڌ جي ماڻهن جي وجود کان بنهہ ڌار نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ هن پنهنجي ڪلام ۾ توڙي ذاتي زندگيءَ ۾ پاڻ کي سنڌ جي مسئلن ۽ ماڻهن کان بنهہ ڌار نہ ڪيو آهي.

لطيف درگاهہ جي پارٽي پانڌيئڙي ۽ منهنجي اُستاد محترم مرحوم و مغفور پروفيسر عبدالعلي قلباٽي چواٽي:

"شاهہ جي سنڌَ سَنڌ ۾ سِنڌ آ،
سِنڌ جي سَنڌ سَنڌ ۾ شاهہ آ،
سنڌ ساري شاهہ جي آ، شاهہ سنڌ جو ساهہ آ."

ان ڪري لطيف جي درگاهہ اڄ بہ آباد آ. نہ رڳو عام ماڻهوءَ جي عقيدت واري نظريي کان، پر سڄي دنيا اچيو گڏ ٿئي، اِن لاءِ بہ تہ لطيف جي ڪلام کي ور ور ڳائي، اُن جي لفظ لفظ کي ورجائي، لطيف کي زنده رکيو وڃي. ڇاڪاڻ تہ لطيف سنڌ جي عام زندگي ۽ جياپي جي علامت

آهي. هر ماڻهو سندس نينهن واري نياپي کي سمجهيو ۽ پُرجهيو آهي ۽ ائين ڪئين ماڻڪ ميڙيا آهن.

ايءَ گت غواصن، جيئن سمنڊ سوجهيائون،
پيهي منجهه پاتار جي، ماڻڪ ميڙيائون،
آڻي ڏنائون، هيرا لعل هٽن سان.

ڀٽ ڌڻيءَ جي عقيدتمندن جو ڪاتو ئي ڪونهي. ڪو ڏينهن خالي ڪونهي جو سندس درگاهه تي ميڙو نه هجي. خاص طرح سندس ورسيءَ تي سڄو عالم اچيو مڙي. اُن ۾ اسان جي سنڌ جو سڄاڻ طبقو ادب سان چاهه رکندڙ عقيدتمند شاهه صاحب کي نذراني طور عقيدت جا گل اچيو چاڙهين. ادبي ڪانفرنس، ڀٽ ڌڻيءَ جي ورسيءَ جي موقعي تي ٿيندڙ گڏجاڻين ۾ اهم گڏجاڻي آهي، خاص طرح گذريل ٽن - چئن سالن کان جنهن نموني سان سڄي سنڌ جي ادبين گڏجي ڀٽ ڌڻيءَ جي خدمت ۾ اچي حاضريون ڀريون آهن، اُنهن جي شاهدي ورسيءَ جي موقعي تي پڙهيل مقالا آهن، جن کي گڏ ڪري ڇپايو پڻ ويو آهي. ادبي ڪانفرنس جي نئين دور جا ٻه مجموعا "سُر ليلا چنيسر" ۽ "سُر گهاتو" هن مهل تائين پڌرا ٿي چڪا آهن. هيءُ "سُر ڪاموڏ"پڻ اُن سلسلي جي ڪڙي آهي.

هيءَ ادبي ڪانفرنس، ان جا ڪتاب ڇپائڻ، لطيفي راڳ جون محفلون منعقد ڪرائڻ جو سڀ ڪم ڪار "ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز" جي ذمي آهي. "ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز" جنهن نموني سان هن وقت شاهه سائين جي ڪلام ۽ فڪر کي سنڀالڻ ۽ عام ڪرڻ جي سلسلي ۾ قدم کنيا آهن، سي ساراهه جوڳا آهن. خاص طرح سان شاهه صاحب جي ڪلام جا مختلف رسالا ڇاپي عام ڪيا ويا آهن. ان جي ڪلام تي ٿيندڙ تحقيق کي پڻ نوان رخ ۽ لاڙا بخشيا ويا آهن، جنهن لاءِ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ۽ ان جا ميمبر جس لهن. خاص طرح ان جي سيڪريٽري مسٽر حميد آخوند هميشه وانگر هن ڪم کي سنڀاليو ۽ نڀائيندو اچي. جيتوڻيڪ هاڻ هو سنڌ جي ثقافت کاتي جو سيڪريٽري پڻ آهي. لطيف سائينءَ سان سندس عقيدمندي، عاجز ۽

نيازمنديءَ سنڌس مان ۽ مرتبو بلند ڪيو آهي. هو شاهه سائين جي ڪلام جي سلسلي ۾ سنڌ جي اديبن جي ڪيل جاکوڙ کان چڱيءَ پر واقف ۽ آگاهه پڻ آهي، جو نه رڳو ڪتاب ڇپجڻ تائين يا ادبي ڪانفرنسون ٿيڻ ٿيون، پر ان سان گڏ هن سال (1988ع) گورنر جو ڏهن هزارن وارو ايوارڊ، جو بهترين تحقيقي ڪتاب يا مقالي لاءِ آهي، سو سنڌس ئي ڪوشش سان جاري ٿيو آهي.

مان هن موقعي تي بدلي ٿي ويندڙ ڊپٽ شاهه ڪلچر ڪاميٽي جي چيئرمين محترم علي محمد شيخ صاحب جي لاءِ اهو ضرور چوندس ته سنڌس ايامڪاريءَ ۾ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز جي ڪم وارن اسمن ۾ نه رڳو واڌارو ٿيو پر بهتري پڻ آئي. مان هن موقعي تي نئين چيئرمين محترم سالڪ نذير صاحب جي آجيان ڪيان ٿو، جو سنڌس دلچسپي جو اظهار ثقافتي مرڪز جي هر پهلو کي نمايان ڪرڻ واري رخ مان ٿئي ٿو. سنڌس سڀڻي ميڙي، ادبي ڪانفرنس ۽ راڳ جي محفل جي منعقد ڪرائڻ واري رخ مان ٿئي ٿو. سنڌس سڀڻي ميڙي، ادبي ڪانفرنس ۽ راڳ جي محفل جي منعقد ڪرائڻ لاءِ ڪيل مثبتي قدمن کي ساراهڻ کان سواءِ نه ٿو رهي سگهجي. اميد اٿم ته سنڌس ايامڪاريءَ ۾ لطيف جي درگاهه سان لاڳاپيل سڀ ڪم ڪاريون توڙ تائين پهچندا. مان هن موقعي تي ور ور اهو چوندس ته جن اديبن جنهن نموني سان هر سال ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي پري پري کان کهي اچي ساٿ نڀايو آهي، تن لاءِ وري به شاهه سائين چواڻي:

ٿورا نه ٿورا، مون تي ماروئڙن جا
پلائي جا پيرا، ڳڻي ڳڻيان ڪيترا.

هونئن به سنڌ جي اديب تي نه رڳو شاهه سائينءَ، پر ساڻس لاڳاپيل هر ماڻهوءَ جو حق آهي ۽ جيسين سنڌ جو اديب ”پاڻ“ ماري اندر اجاري ماڻهوءَ اندر نه ٿو پيهجي وڃي ته شايد سنڌس فڪر ۽ فن اڌ گابرو رهجي ويندو. ان لاءِ ئي شايد پنائي گهوٽ چيو آهي:

جان تن ڪيوءِ نه تيئن، سوئيريان ئي سنهڙو،
پرين پائيندا ڪيئن، توکي اکڙين ۾.

"سر ليلا چنيسر"، "سر گهاتو" ۽ هاڻ "سر ڪاموڏ" جي مرتب جي حيثيت ۾ مشهور ليکڪ ليلارام وطڻمل چواڻي ته ڪجهه به نه ٿو چئي سگهان. هو پنهنجي ڪتاب The Greatest Poet of Sind ۾ چوي ٿو:

"The present work is chiefly a compilation and as a mere complier I do not in the least to be considered an original authority. I have compiled this book more from love than ambition and if it serves the purpose of making the greatest poet of Sindh and his poetry more familiar to people in general my object is gained."

مٿينءَ پئراگراف کي بحيثيت مرتب جي منهنجي جذبات جي عڪاسي سمجهڻ کپي. هونئن به هڪ مرتب جي آڏو ڪتاب ترتيب ڏيڻ لاءِ اهو ئي اصول سامهون هجڻ کپي ته هو ڪيئن مفڪر ۽ سندس فڪر جي وڏيڪ اپٽار ڪندڙن لاءِ پنهنجي محبت ۽ عقيدت جو گهٽي کان گهٽو اظهار ڪري.

هن مهل تائين آيل سرن جهڙوڪ: سر ليلا چنيسر، سر گهاتو ۽ هاڻ سر ڪاموڏ سان گڏ جيڪي نوان موضوع آندا ويا ۽ جن تي مقالا لکيا ويا، اُهي هيءُ آهن:

1. سر ڪاموڏ جو مطالعو.
2. شاهه لطيف جي ڪلام ۾ اخلاقي قدر.
3. برصغير ۾ شاهه لطيف جا همعصر صوفي شاعر.

ايندڙ سال جو سر "سر ڏهر" آهي. ساڻس گڏ به موضوع نوان پڻ آهي، جيڪي هيءُ آهن:

1. شاهه لطيف - بحيثيت عوامي شاعر.
2. شاهه-انسانيت جو علمبردار.

سر ڪاموڏ، نوري ڄام تماچي جي عشقيه داستان جو اهڙو سر آهي، جنهن مان اندر ۾ پيدا ٿيل اڄ اڄهاميو وڃي ۽ ماڻهوءَ جي اندر گيرب ۽ گاءُ، نئڙت ۽ نياز جو جذبو جنم ٿو وٺي. ان سان گڏ عشق محبت، غريب پروري، انسان دوستي، خوابن جهڙا خيال جيئرا ٿيو پون. ليلا رام وطڻمل انهيءَ ئي ڪتاب ۾ جڏهن چوي ٿو ته

I think it was the first Tamachi and not his son

Tamachi, who fell in love with the beautiful fisher woman named Nur or Nurahin who lived in village on the banks of lake Kinjhar. The woman was Gandari by caste, and the king geve her a place in his palace and raised her above his queens.

يڪدم شاهه جو هيءُ بيت ياد اچيو وڃي، جيڪو نوريءَ جي نياز جو نذرانو آهي:

جي، ڳرَ ڳاٽي ڄام، تہ ڪو نوازيندو نورئين،
تہ سندو مٺي مقام، ڪٽي سمي سيرانديءَ ڪيو.

آخر ۾ مان سيني ساٿين جو ٿورائتو آهيان، خاص طرح لطيف جي سڄاڻ ساٿين جو، جن مون ۾ هيءُ فڪر پيدا ڪيو آهي:

هڏ نہ پڙان هيڪڙي، ٿوري ٿر ڄاين،
مون ڪي ماروڙن، ميري ڪري نہ مٽيو.
(شاهه)

مرتب جي حيثيت ۾ سُر ڪاموڏ بابت سهيڙيل مقالن واري ڪتاب جو مهاڳ-1988ع



## سُر ڪاموڏ مان ڪجهه چونڊ بيت

(1)

تُون سَمو آءٌ گَندِري، مُون ۾ عَيبَنِ جُوءِ؛
پَسِي راڻِيُنِ رُوءِ، مَتان ماڱِرِ مَٽِئِين!

(2)

تُون سَمو آءٌ گَندِري، مُون ۾ عَيبَ اَپارَ،
پَسِي لِيَّ لَغارَ متان مَاڱِرِ مَٽِئِين!

(3)

تون تَماچِي ڄَٽَ ڌَڻِي، آءٌ مُهاڻِي مَيِ؛
مُون ڪِي ڏُهاڳُ مَرَ ڏِي آءٌ جا نالي سُيَسِ تُنهنجي.

(4)

تُون تَماچِي ڄَٽَ ڌَڻِي، آءٌ گَندِري غَرِيبِ،
تو سين ڄامَ! قَرِيبِ، ڪِي ڏَنُ ڇَڏائي ڏيج مُون.

(5)

ڪِڪيءَ هاڻيُون ڪارِيُون، ڇِڇيءَ هاڻا ڇَجَ؛
پاندُ جنِين جي پاندَ سِين، لَڳو تِئي لَجَ؛
سَمو ڄامُ سُهَجَ، اُيو ڪَري اُنِ سين.

(6)

ڪارِيُون ڪوجِهيون ڪُوڙيُون مُور نه موچارِيُون؛
وَنـي وينِيُون واٽَ تي، ڪِڪيءَ جُون ڪارِيُون؛
اُنِين جُون آرِيُون، سمي ري ڪيرُ سهي



# گهاتو گهر نہ آيا

## سُر گهاتو

سپ کان اول شاھہ صاحب جي هن سال لاءِ مقرر ٿيل ”سُر گهاتو“ مان چوندبہ بيت اوهان جي نظر ڪريان ٿو:

گهنگهرِيا گهڻَ جاڻَ، موڙهِي مَتِ مَهائِيين؛
وِيا گَڏجِي وِيرِ ۾، پِيا مُنهِن مَهراڻِ؛
اڳيان پويان تاڻَ، وِيا ويچارَنِ وِسري.

(1)

گهنگهرِيا گهڻَ جاڻَ، موڙهِي مَتِ مَهائِيين؛
وِيا گَڏجِي وِيرِ ۾، پِيا مُنهِن مَهراڻِ؛
اڳيان پويان تاڻَ، وِيا ويچارَنِ وِسري.

(2)

ماڪَ پِجايِن مولِهيا، مٿان راتِ پئِي؛
اوليون اُجهڻَ لَڳِيون، وِيا وَنجَهہ وَهِي؛
ڪَلاچِيان ڪَهي، ڪَڏهِن ڪونہ آئِيو.

(3)

ڪو جو ڦَهَرُ ڪلاچ ۾، گهڙي سو نِئي؛
خبَرَ ڪونہ ڏِئي، رَجَ ڪُجاڙي رَندِيا؟

(4)

ڪاله ڪَلاچِيءَ ويا، ڇَتِيُون ڪٽي ڇُڳِيرَ؛
ياٽِرَنِ پيرو نہ ڪيو اَڏَنِ ڪي اَويرَ؛
اهڙِي خاصِي کيرَ، ڪُنَّ ورائي جَهلِي.

(5)

تَرِيُون پَسان نہ تارِ ۾، جُهڳا جاءِ نہ ڪَنِ؛
مادَرِا ملاحَنِ، ماڳِ نہ ڏِويا مَڪُڙا.

(6)

ڏِهاڙِي ڏِنَمِ ڪيتِرا، جنِين مارِيو موڪَ؛
گهرَ ۾ گهاتُوئَڙَنِ جا، ٽَا مارِينِمِ توڪَ؛
لَڏِي وِچان لوڪَ، اُونهي وِيا اوهِرِي.

(7)

اُپِي اوسِڙان اُسَ ۾، جَهليو ڪُنَّ ڪِنارَ؛
گهاتُو گهرِ نہ آئِيا، وَڏِي لَڳِيَنِ وارَ؛
هُيَسِ جنِين هارَ، سي موڙِي چَڙِهيا مَڪُڙا.

(8)

جِتي گهورِيو گهاتوئِين، تِتي وارِيءَ بُٺَّ؛
سَهسين ساٺي مُٺَّ، سَرُ سُڪو سُونڳِي گَيا.

(9)

مُون اُڏارِيا مَچِڙا، اللَّهَ! گهاتُو آڻِ،
مِيان! مُدارَنِ سين، مونکي، قادرَا وِجُه مَ ڪاڻِ؛
هَٿَ مُنهِنجي هاڻِ، قَدُرُ لِڏو جِنِ ري.

(10)

اَئِين جا لُڏو لوڏَ، اِيَ پِرِ گهاتُوئَڙَنِ جي؛
ڪُنَّ ڪلاچِيءَ ڪوڏَ، سُکِ نہ سُتا ڪَڏهِين.

(11)

گهورِيندي گهورِييا، اَگهورِ گهورِيائُون؛
مَيڪَرُ مارِيائُون، مَلاحَنِ مُنهَن سَنَرا.

(12)

جِئَن جُهڳا پائِيِين جهولَ ۾، اِئَن نہ مَرَنِ مَچَّ؛
سَبَرَ ڏارِ سَمُنڊَ جا، ڪي رائُون رَڳِيُون رَچَّ؛
هِي چارُون ءِ چَچِّ، اجا اوڙاهُ آڳاهُون ٿِيو.

هاڻي ڳالهہ ڪي اڳتي وڌائيندي عرض ڪريان تہ"سُر ليلا چنيسر" جي پڌري ٿيڻ کان پوءِ ضرورت ان ڳالهہ جي هئي تہ انهيءَ سلسلي کي برقرار رکجي، ڇاڪاڻ تہ هنن تحقيقي مضمونن جي ڇپجڻ سان شاهہ لطيف ادبي ڪانفرنس جو جڙڻ تہ هڪ نئون باب کليو هو. جهڙي بہ هيٺي حال سان ادبي ڪانفرنس جو سلسلو قائم رکيو پئي ويو آهي، مڃيون ٿا تہ اهي شاهہ سائين جي پد سارو نہ آهي، پر اهو چورڻ تہ ڪي بہ ناهي، درست نہ ٿيندو. ادبي ڪانفرنس ۾ سالن کان اديب پنهنجي حال سارو نور نچوئي ڪاڳر ميڙي اچيو حاضر ٿين. سندن خلوص محبت ۽ عقيدت ان مان ظاهر آهي تہ هو نہ ڏسن پنڌ کي نہ ڏسن وقت کي، پنهنجا ڏينهن سيڙايو لطيف جي عاشقن ۾ پاڻ ڳڻايو وڃن. لطيف جي ماڳ تي ڪئين ئي ورهيہ هيءُ ادبي ڪانفرنس جو ميڙو متل رهيو آهي جنهن لاءِ ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز يا ان کان اڳ قائم ڪيل يادگار ڪاميٽيون انهيءَ ريت ڪي نيائڻ ۾ وڏا وس ڪنديون رهيون آهن ۽ سنڌ جي اديب بہ ان جو سڏ وک وڌي ڪري ڀي پريو آهي.

مان ان ڳالهہ کان انڪاري نہ آهيان تہ شاهہ سائين جي ڪلام جي سلسلي ۾ جيڪي ڪم ٿيڻ کپندو هو يا تحقيق جا نوان رخ ڳولڻ کپندا هئا اهو حصو ڪافي رهيل آهي. ڀٽ شاهہ ثقافت مرڪز، ڪلچر ڊپارٽمينٽ ۽ ٻين ادارن شاهہ صاحب جي ڪلام کي اٿلائڻ ۽ چنڊ ڇاڻ ڪرڻ لاءِ ڪافي ڪوششون ورتيون آهن. ڪيترا ئي انعام ڏيڻ ۽ ڪتابن ڇپائڻ جا اهتمام ڪيا ويا آهن پر شاهہ شناسي جو ڪم اجا اڏو ڳابرو آهي.

منهنجي نظر ۾ خاص طرح شاهہ صاحب سان نہ صرف سنڌ جو ماڻهو پر سنڌي اديب جيتري قدر عقيدت رکي ٿو اها اڻلڀ آهي. سنڌ جي اديب ۽ مفڪر کي جڏهن بہ شاهہ جي فڪر ۽ خيال تي ڪم ڪرڻ لاءِ چيو ويو آهي تہ اهو انهيءَ ڪيو آهي. سوال آهي اصلي Original ڪم ۽ تحقيق جي نون پيچرن ۽ پنڌ جي ڇاڻ جو. ڇا اسان جي محققن يا ادارن اهڙا سيل يا تحقيق جا مرڪز قائم ڪيا آهن جت سنڌي اديب رهبري حاصل ڪري. خاص طرح شاهہ شناسي جي

سلسلي ۾ ڪجهه اڳڀرو ٿئي؟ پٽ شاهه ثقافتي مرڪز ۽ ڪلچر ڊپارٽمينٽ جيئن تہ شاهه تي ٿيل ڪم ۽ جاکوڙ ۾ هميشہ اڳڀرو رهيو آهي. تنهن ڪري ٿي انهيءَ سلسلي ۾ وک وڌائڻي پوندي. پٽ تي موجود ثقافتي مرڪز کي تحقيقي مرڪز ناهڻ يا ٻئي هنڌ اهڙيون لائبريريون، مرڪز ڇاڻو ۽ پارکو مهيا ڪرڻا پوندا جيڪي شاهه جي ڪلام تي تحقيق جا نوان در کولين، ڏس ڏين. سونهون ڪن ۽ روايتي اپٽار کان وڏي ڪيس اچا بہ وڏيڪ "آشڪار" ڪن جيئن سندس ڪلام جيڪو سڄي عالم لاءِ آهي، سو "عالم آشڪار" بڻجي.

هن دفعي پٽ ڌڻي تي ٿيل ادبي ڪانفرنس اچا بہ وڌيڪ شانائتي هئي جنهن ۾ چاليهہ کن اديبن مقالا پڙهيا ۽ سر هيو "سُر گهاتو". پر هن سال ادبي ڪاميٽي جي سرواڻ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب تحقيق جي سلسلي کي اڳتي وڌائيندي بہ نوان موضوع ڏنا تہ جيئن روايت بہ قائم رهي تہ ان سان گڏ تحقيق جا نوان ورق بہ ورن. نوان موضوع هيا.

1. شاهه لطيف جي ڪلام ۾ دنيا ۽ آخرت لاءِ جامعيت.
2. موجوده دور ۾ شاهه لطيف جي اهميت.

هن سال جهڙي نموني ۾ اديبن ۾ لطيف سائين جي آگهہ تي اچڻ جو شوق ۽ جذبو ڏسڻ ۾ آيو سو همٿائيندڙ هو. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان اديب هن ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آيا هيا جن جو تعداد بہ سو کن هو. ڪانفرنس جي صدارت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي.

"سُر گهاتو" جي سلسلي ۾ ڪانفرنس سڏائڻ تي جس لهڻي پٽ شاهه ثقافتي مرڪز جو چيئرمين محترم علي محمد شيخ صاحب جنهن، هن ادبي ڪانفرنس ۽ ڪتابي سلسلي کي نئين سر دڳ لائڻ ۾ وڏو اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. سندس شاهه سائين جي درگاهه ثقافتي مرڪز تحقيقي مرڪز شاهه جي باغ ۽ اشاعتي سلسلي ۾ ڪيل محنتون صاب پيون آهن ۽ هاڻ پٽ ڌڻي جي در اچڻ وارو مطمئن ٿيو وڃن تہ لطيف کي ڪنهن وساريو ڪونهي. انهيءَ محنت ۽ جاکوڙ ۾ شيخ صاحب سان گڏ محترم حميد آخوند جو ساٿ پڻ آهي. محترم حميد صاحب نہ صرف ثقافتي مرڪز جو سيڪريٽري آهي پر هاڻ

ثقافت کاتي جو بہ سيڪريٽري آهي، اسان کي اجا بہ کانئس وڏي اميد آهي ۽ وڏي ساٿ جو آسرو آهي.

مان سائين غلام مصطفيٰ قاسمي، سائين ايچ ايم خوجہ جو پڻ ٿورائتو آهيان جن ادبي ڪانفرنس ۽ هن ڪتابي سلسلي کي جوڙڻ ۾ وقت سر ساٿ پئي ڏنو آهي. ٿورا انهن سڀني اديبن جا جن ادبي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي، مقالا پڙهيا ۽ اسان جي سڏ کي مان ڏنو. اميد اٿم تہ آئنده بہ پيرو نہ پڇندا. چاڪاڻ تہ شاهہ جي پيغام کي سڀني تائين پهچائڻ جو ذمو ۽ جوابداري سنڌ جي اديبن محققن ۽ مفڪرن تي آهي، اسين اهڙين گڏجاڻين ۽ ڪتابن ڇپائڻ جو اهتمام هڪ ڪارڪن وانگر، هڪ لطيف جي پانڌيئڙي وانگر ڪندا رهنداسين. شال اسان جون ڪوششون صاب پون ۽ لطيف جو نانءُ اجان بہ روشن ۽ روشن رهي.



# ڪريان روح رهاڻ

## سُر بروو



ماڻهو گهرن مال، آئون سپ ڏينهن گهران سپرين،
دنيا تنهن دوست تان، فدا ڪريان في الحال،
ڪيس نام نهالُ، پسڻ تان پري رهيو.

لطيف سرڪار جي هيءَ ڪيفيت هجي يا سڄي رسالي ۾ عجب ڪيفيتون هجن هر ماڻهو ان ۾ نهال آهي. عام ۽ خاص انهن ڪيفيتن مان نڪري ٿو. غم، خوشي، فراق، فرحت، حيرت جهڙا جذبا هر ماڻهو منجهه پلجن ٿا. پر لطيف سائين، عام ماڻهن جي مختلف ڪيفيتن کي اندر ۾ وڃڻ جيان پالي وڏو ڪري جنهن ڪيفيت ۾ بيان ٿو ڪري ان سان هر دل اندر ساڳيا جذبا اڀرن ٿا. هو دانهن ڪري اٿي ٿو:

جيئن ڪا ڪاني، ڪانهن، لهسندي لائيون ڪري،
اچي پئي اوچتي، درد پريان جي دانهن،
ويج ڏنيبين ڪُ ٻانهن، سورُ هنيين کي ساهمان.

لطيف سائين اهڙين ڪيفيتن کي ٻ بيان ڪيو آهي. جيڪي ماڻهو پاڻ سان ويهي پاڻ ڪندو آهي، ڏيهن کي ڏس نہ ڏيندو آهي. هُن هر ڪيفيت ۾ جذبي کي وائکو ڪري عام ماڻهو کي آگاهي يا پاڻ سڃاڻڻ واري ڪيفيت ۾ آندو آهي. سندس شاعر هجڻ پنهنجي جاءِ تي آهي، لفظن جي سونهن. بيهڪ پنهنجي جاءِ تي ٻوليءَ جو پنڊار کولي کولي بيان ڪرڻ پنهنجي جاءِ تي. پر ”ڪريان روح رهاڻ. لڪن منجهه لطيف چئي“ واري ڪيفيت منفرد آهي. ”پيرين ڏريان پنبڻيون، هنڌ وچايان وار“ وارا جذبا اڻجاتل آهن. لطيف سائينءَ جن جذبن ۾

ڪيفيتن کي بيان ڪيو آهي، اهي هر هڪ ۾ هونديون ڪنهن هن نموني نہ بيان ڪيا:

پرَ وس تين پراڻ، پرين وس نہ پانهجي،
لڳو ڪيئنءَ لطيف چئي، ڇپرُ ڇاتي ساڻ،
پرين ڏيکاري پاڻ، خوش ڪري ويا خواب ۾.

هيءَ لطيف سرڪار جو هر جذبي، هر تخيل، هر ڪيفيت سان عشق آهي، جو هو پنهنجو پاڻ کي اُن نموني بيان ٿو ڪري جو عقل دنگ آهي، حيرت عيان آهي، تصوير چٽي آهي.

ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور بہ اوڏا سپُرين،
ڪي نہ سنيرجن ڪڏهين، ڪي نہ وسرن مور،
جيئن مينهن ڪنڌيءَ پور، تيئن دوس وراڪو دل سين.

جيئن مينهن ڪنڌي پور تيئن دوس وراڪو دل سين وارو تصور، سڌي سنئين تصوير چٽي ڪيدي ماڻهن آڏو آندي اٿس. ارسطوءَ چواڻي تہ"مصوري يا نقش نگاري شعر جو روح آهي." لطيف اصل ۾ روحاني ڪيفيتن جو شاعر آهي، ان نموني سان ماڻهن منجهہ عام زندگيءَ سان لاڳاپيل ڪيفيت کي روحاني ڪيفيتن سان ڳنڍي ۽ جوڙي پيش ڪيو اٿس. اهي ئي ڪيفيتون آهن، جيڪي اصل ۾ حق حقيقي هيڪڙي واري واٽ ڏسين ٿيون. هيءَ سڀ بي ساختہ ڪيفيتون ۽ جذبا آهن، جيڪي اندر مان اڌما بڻجي اڇي اجري من ۽ روح کي چٽو ڪري بيهارين ٿا.

Latif never thought of his poems as works because they did not entail labour.He created them in ecstatic moodes when no work as work was possible. So,he called them paigham(message) and every time without that he should have suggested has been sung by those who understood the verses and also by those who can not under stand them at all: sung they have been and no one can stop people from singing them.

(Alama I.I.Kazi:shah his position among the poets)

شاهہ سائين ٿرن، برن، ڏک، ڏونگرن درياهہ ۽ سمنڊ مان پنهنجا ڪردار پار نہ اُڪاريا آهن، پر پاڻ انهن مان اپريو نڪتو اڪريو آهي.سندس هر ڪيفيت کي بيان ڪرڻ جو اندازو اهڙو وٽندڙ آهي جو ڏکن ۽ ڏونگرن وارو چترُ بہ دل اندر بيهي ماڻهوءَ کي جهونگارائي ٿو. لطيف سرڪار بيان پلي ڪري پر اثرائتو وڪڙ اهڙو اٿس جو هر ماڻهو ساڻس گڏ بيٺو جهونگاري ۽ ڳائي.

آيل! آن نہ وسهان، هنجون جي هارين،
آڻيو آب اکين ۾، ڏيهہ کي ڏيکارين،
سڄڻ جي سارين، سي نہ ڪي رون نہ ڪي چون.

شاهہ سائين تخيل جو بادشاهہ لفظن سان ان کي چٽي من موهي ٿو ڇڏي.

ايچ ٽي سورلي سندس فڪر جو جائزو ورتو آهي. هو هيئن بہ چوي ٿو:

No one can read his poetry without being consions at once that here is some thing really great: here is beauty ex- pressed with the utter frankness of sincerity,without conceits collaboration or pomposity in shah are set forth in sheer adoration and humility,feelings which are the base of all religions and essential to the highest qualities of the poe- clever intellectualism.here there is no.

(H.T.Sorley-shah Abdul latif)

شاهہ سائين وٽ ور وڪڙ وارو فڪر يا خيال نہ آهي، سندس مشاهدي جو ئي ڪمال آهي. جانب جي جمال جو مشاهدو هجي يا ان ڪائنات جو جنهن ۾ دهشت درياهہ جي هجي يا برپٽ بيابان يا چنڊ جي چانڊوڪي،شاهہ جي اندر جي ڪيفيت ئي پنهنجي آهي.

چڱا چنڊ! چئيج سنيها کي سڄڻين،
مٿان اڳڻ اپري، پرين جي پئيج،
جهيڻو ڳالائيج، پيرين وجهي هٿڙا.

شاهه صاحب سُر بروو سنڌي ۾ بہ انهن ئي ڪيفيتن ڪي بيان ڪيو آهي، جنهن ۾ نہ فرق نہ ڦند نہ ڦير

لڳي جو لطيف چي، نڪو قال نہ قيل،
لڪيي لامون ڪوڙيون نيڻين وهي نير،
هينئڙا تي سڌير، ڪال ڦريبن لڌيو.

وتس انساني جذبن ۽ ڪيفيتن بيان ڪرڻ جو عجب ڏانو ۽ هنر آهي. هو هر ڳالهه عام ماڻهو جي من وٽان ڪري ٿو ۽ ڪيس آهستي آهستي روحاني سفر ڏانهن نئين ٿو ۽ ڪيس ٻڌائي ٿو تہ جسم ڪي ڏنل تڪليفون روحاني سفر ڪي آسان ڪن ٿيون ۽ اهو سرور بخشين ٿيون جو ماڻهو جهر جهنگ جبل جهاڳي پار پئي ٿو ۽ مالڪ وٽ، سندس مان رهي ٿو.

جڏهانڪر ٿئام ساجاه سپرين سين،
تڏهانڪر تر جيترو وير نہ وسريام،
اندر روح رهيام، سڄڻ اوطاقون ڪري.

لطيف سرڪار جي انهيءَ پيغام ۾ ڪيفيتن ڪي عام ڪرڻ لاءِ هميشہ جيان هن سال بہ ادبي ڪانفرنس ٿي ۽ ان موقعي تي مقالا پڙهيا ويا. هن دفعي ڪافي مقالا متفرقہ موضوعن تي بہ هئا."سر بروو سنڌي" تي جيڪي مقالا پڙهيا ويا ۽ ٻيا مضمون مختلف موضوعن تي مليا سي ناهي جوڙي هن گلدستي ۾ گڏ ڪيا اٿم. يانيان ٿو لطيفي هبڪار وارو هيءُ گلدستو اوهان ڪي نہ رڳو پسند ايندو پر ايندڙ نسل لاءِ بہ ان جي خوشبو ۽ هبڪار چوڌاري واسيل رهندي. لطيف سائين جي فڪر مان هر سال جيڪي گل ملن ٿا، اسان جا مفڪر اديب ان ڪي عقيدت سان سنواري ڪنيو اچي لطيف جي دربار ۾ پيش ڪن ٿا. ڏٽي ڪندو تہ سندن مانُ ۽ شانُ وڌندو ۽ هو هن لطيفي ميڙ ۾ پنهنجي شرڪت سان اسان ڪي نوازيندا رهندا. مان، دوست حميد آخوند ۽ ممتاز مرزا ۽ انهن سيني اديبن دوستن، پانڌيئڙن جو ٿورائتو آهيان، جي هن ادبي ڪانفرنس ڪي ڪامياب ڪرڻ لاءِ هر سال اچيو هٿ ونڊائين.

مان هت خاص طرح ٿورا مڃيندس پنهنجي بزرگ ۽ سنڌ جي مفڪر ۽ ڏاهي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن جا. جن هن لطيفي ادبي ڪانفرنس جي مهنداري ڪئي آهي ۽ اسان جي رهبري ڪئي آهي. هيءُ سُرن وار تحقيق بہ سندس فڪر موجب سالن کان هلندي اچي. پاڻ گذريل سال ادبي ڪانفرنس جي صدارت ڪرڻ پڻ فرمايائون. سندن سُر بُروو تي تقرير اسان لاءِ وڏي وٿ آهي. ان کان وڌ سندن ترتيب ڏنل رسالو آهي، جيڪو پنهنجي جاءِ تي اهم دستاويز آهي. هن موقعي تي اسين سر بروو تي سندن رسالي ۾ ڏنل متن، تبرڪ طور شايع ڪري رهيا آهيون. ان لاءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جا اسين ٿورائتا آهيون.

سُر بروو: 250 هين عرس جي موقعي تي پڙهيل ۽ ڇپيا مقالا
شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز
ڀٽ شاهه/حيدرآباد. 1995ع/1416هه



## سُر برَوو مان ڪجھہ چونڊ بيت

(1)

ڇا ڪي وَڃيو ڇو ٻيلِي ٿِئين ٻِيَنِ جو؟
وَٺُ ڳنجَڪَ ڪَرِيمَ جِي، جَڳَ جو والِي جو.
سَؤڪو هُوندو سو، جنهن جو عِشقُ اَللهَ سين.

(2)

جِئَن ڪا ڪانِي ڪانهَن، لُسَندي لاتِيون ڪَري؛
اَچِي پَئي اوچتِي، دَرِدَ پِريان جِي دانهَن؛
ويڄَا ڏِنيئين ڪُهُ ٻانهَن؟ سُورَهِنئين ڪي سامُهان.

(3)

ڏَرَتِي ڏُونهَ جِئَن، سِرَ پَرِ سُپيرِيُنِ ڏي؛
لَڳو آهِ، لَطِيفُ چئي، تَنُ پِريان ڏي تِئَن؛
حاصُلُ تِئي هِئَن، قَرِينو قَرِيبَ جو.

(4)

لَڳِيءَ جو لَطِيفُ چَئي، نڪو قال نہ قِيلُ؛
لِڪَئي لامُون ڪوڙِيُون، نيڻين وَهي نِيرُ؛
هِنئَڙا! تِيُ سُڌِيرُ، ڪالھہ قَرِيبَنِ لَڌِيو.

(5)

ڪي اوڏائِي ڏُور، ڪي ڏُورِ ٻہ اوڏا سُپرِين؛
ڪي سَنپِرجَن نہ ڳَڏِهِين، ڪي نہ وِسرَنِ مُور؛
جِئَن مينهِن ڪُنڍِيءَ پُور، تِئَن دوسِتَ وَراڪو دِلِ سين.

(6)

ڪوني ڪُناءُون، اَڄُ پڻ اَڪَڙِيُن سين؛
ماسُ وِراهي هَلِيا، ڳرنگَلُ ڇَڏِياءُون؛
”وَتَوَاصَو ابِالحَقِ وَتَوَاصَوابِالصَّبرِ“ اِئين اُتاءُون؛
مُئِي مارِياءُون، ڪِلِي ڳهائِيو سَجَڻين.

# مون سي ڏنا ماءُ
## سُر ڪاهوڙي

انسان پنهنجي وت آهر هن ڌرتي تي پنهنجو رنگ جمائيندو پيو رهيو آهي. جيتوڻيڪ سندس جسماني ساخت ۽ جياپي لاءِ گهربل بنيادي گهرجن ۾ ڪا به تبديلي نه آئي آهي. سندس هڪ ئي حالت، جسماني توڙي خارجي صورتحال ۾ ساڳي آهي. ڌرتي به ساڳي ڪيفيت ۽ هيئت ۾ آهي، رڳو ڳالهه انسان جي شعور جي آهي. جيئن انسان عقل کان عقلِ ڪل تائين سفر ڪري ٿو ته وڏا مشاهدا ماڻي ٿو. انساني علم ۾ واڌارو اچي ٿو ته سندس آڏو اسرار اوترو کُلندا وڃن ٿا. حقيقت ۾ جسماني طور منجهن تبديلي نه اچي پر هو علم ۽ تجربي جي زور تي ساخت ۽ هيئت جي تبديلي ڪانسواءِ پنهنجي اندر ئي اندر وڏيون معرفت جون منزلون ماڻي ٿو. اهو ادراڪ، اها سمجهه ۽ حرڪت جو معراج هر انسان کي هڪٻئي کان مختلف بڻائي ٿو:

ماڻهو سڀ نه سهڻا، پکي سڀ نه هنجهه،
ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهه، اچي بوءِ بهار جي.

اهي کهڙيون ڪيفيتون آهن، اُهي ڪهڙيون انسان جي اندر تبديليون آهن، يا تضاد آهن. جيڪي ڪيس ڪتي بني آدم جو اڳواڻ بڻائين ٿا. ڪتي ڪيس رهبري جو علم ملي ٿو ڪتي هو پنهنجي اڳواٽي ٿاقي انسانن کي تاراج ڪري ٿو. ڪيس اهو معراج ملي ٿو جيڪو ڪيس منفرد ڪري بيهاري ٿو اهو سڀ ڪجهه انسان جي اندر جي تحرڪ تي ئي مدار رکي ٿو.

منهنجي نظر ۾ پيغمبر ولي، مفڪر انسان جي مادي اندر ٿيندڙ

تحرڪ جا وڏا امين ۽ ساکي آهن. هر ماڻهو ۾ مڙيا پيدا ٿئي ٿي پر هر تحرڪ لاءِ اتان جو ماحول، اتي جون حالتون تڪڙين تبديلين وارو معاشرو اصل ۾ اهي ئي سبب آهن. جتي سقراط پيدا ٿين ٿا اتي ڪيس زهر پيارڻ وارا به هجن ٿا. جتي حق ۽ سچ لاءِ سر ڏيڻ وارا سرمد پيد اٿين ٿا، اتي سنڌس سر لاهڻ وارا به پيدا ٿين ٿا. جتي سر ڏيڻ وارا آهن. اتي سر وٺڻ وارا به آهن. اهو انسان جي سوچ جو مثبت يا منفي معراج آهي، جنهن هيٺ هيءُ ڌرتي ڪائنات جي خوش رنگي سان رڱيل پي رهي آهي. اتي سنڌس رت ورنو رخ به ڪنهن کان ڳجهو نه آهي.

انهي ڌرتي تي تغير واري ڪيفيت صدين کان انساني رد عمل جو نتيجو آهي نه ته ڌرتي ته اها ئي آهي جيڪا صديون اڳ هئي، انسان به اهو آهي، جيڪو صديون اڳ هو. اڄ جڏهن به هن ڌرتي تي ڪئين چمر جا پاڇا رقص ڪن ٿا ته اسين مُڙي ماضي ڏانهن نهاريون ٿا ۽ انهي روشني لاءِ واجهايون ٿا جيڪا تاڪن تي رکيل ڪتابن ۽ ورثي ۾ مليل مفڪرن جي فڪر ۾ غرق آهي. اسين ور ور ڪيو اوڏانهن نهاريون ٿا. اسان لاءِ هر پيغمبر، هر مفڪر، هر ولي روشني جو پيامبر آهي:

> وڏا وڻ وڻڪار جا، جت نانگ سجهن نيلا،
> اتي عبداللطيف چي،ڪئا هيڪيلين حيلا،
> جت ڪڙم نه قبيلا، ات رسج رهبر راهه ۾.

اسان جي سنڌ جي ڪُک، مفڪرن، ولين ۽ رهبرن کان ڪنهن طرح به خالي نه رهي آهي، جيئن ڌرتي جي گولي تي ڪئين سماجي سياسي انقلابي آيا ۽ انهن جا سرواڻ ا ڳواڻ پيدا ٿيا. سنڌ تمام گهڻن انقلابن مان گذري آهي. هي اها ئي ڌرتي آهي، جت شاهه عنايت شهيد ڪيو ويو. نادر شاهه جي حملي سنڌ کي تاراج ڪيو ۽ سنڌ ياڳا تي ان ک ان اڳ سرمد شهيد ٿيو. سنڌ جو محب وطن ڪلهوڙو حاڪم ميان دين محمد، دغا سان پنهنجي ساٿين سميت شهيد ڪيو ويو. هيءُ سڀ اسان جي مفڪر ۽ سنڌ جي صوفي شاعر شاهه عبداللطيف جي سامهون ٿيو. هي اهو مفڪر رهبر هو، جنهن ان وقت جي سنڌ ۾ ڏاڍ ۽ ڏمر خلاف ڪجهه اهڙي نموني سان احتجاج ڪيو. جو سنڌ تي جڏهن

ٻه ڏکيو وقت آيو آهي ته نوجوان نسل لطيف سائين جي فڪر کي اٿلائي پٿلائي ذهن سان محسوس ڪرڻ جي ڪئي آهي. اڄ ٻه لطيف سائين ڌرتي سان ڪيل قولن کي ورجائيندو رهندو آهي، پر هر دور ۾ سنڌ جو نئون نسل نڪري نروار ٿيندو آهي.

ويھ نه وساريج، متان ماٺ ڪري وهين،
قول اهو پاريج، هو جو ڪيڙُي هوت سين.

شاهه سائين جو فڪر ڪو ائين پيدا نه ٿيو ته هو رڳو پٽ تي وينو رهيو هو ماڻهن جي من کي ڦولهڻ، ان اندر مادي جي قوت ۽ ذهني مشاهدي جا ماپا ڪٽي نڪتو هو. هن نه چڏي سنڌ نه ڇڏي هند. هن هر هنڌ انسان ذات کي ڳوليو ان لاءِ ته هر ماڻهو ۾ مٽيا جو راز ڪيس ملي ويو. هن اهي پاڻ پيٽيا جت مارئي هئي، اهي جبل ٿاڪيا جتان سسئي لنگهي هئي، هن ان لاءِ ويراڳين ۾ جاکوڙين سان گذاريو. ڪٿ هن کي ڪجهه پلئه پيو ڪٿ ڪجهه ٻه نه. ڪٿ مٽيا جا مت ته ڪٿ ڪاري وارا ڪک. سندس هيءُ ڳولا ۾ جاکوڙ صاب پئي ۾ هن انسان جي اندر جي تبديلي، مادي جي هير ڦير کي محسوس ڪري ورتو. سر ڪاهوڙي ۾ چئي ٿو:

ڪهڙو اٿئي ڪام، گنجي ڏُنگر گامَ ۾
پسي تنهن پهاڙ کي، اچي نه آرام.
متان ڏونگر ڏوريين، اُجهين ڪوهُ عوام،
هئڻ ڪر حرام، ڪامُ ته ڪاهوڙي ٿيين.

شاهه سائين گنجو تڪر، مڪران ڪناري ڪان ڪراچي، مياڻي، هنگلاج جا پنڌ ڏنا اُنهن سيلانين ۾ ڪاهوڙين سان بکون ڪاٽيون ۾ ڏک ڏنا تڏهن چيو:

ڪٽن نه کهڪان، پنڌ پراهين هليا،
ڏوٽيڙا ڪنهن ڏٿ کي، جنبيا ڏي جابان،
ڪاهوڙي اُهجاڻ، انگ نه سڄي اڳڙي.

شاهه سائين جي سُر ڪاهوڙي هڪ هنڌ ويهڻ يا ويهارڻ جو سُر نه آهي. نه جسماني طرح سان نه وري ذهني طرح سان. شاهه سائين جي

سفرن جي ڪيفيت عجيب آهي. اِها انسان جي انسان لاءِ ڳولا ۽ اِهي ڳولا ۾ اُن حق حقيقي هيڪڙي جي حقيقت ۽ ڪائنات جي اسرارن جي ڳولا آهي. شاهه جي شاعري ۾ سندس ڳولا جا هنڌ به عجيب ملن ٿا. هنگلاج جيڪو مڪران ڪناري تي آهي اُن جو تہ ذڪر آهي ئي آهي پر اُن سان گڏ قنڌار، ڪابل، بنارس جو بہ ذڪر ملي ٿو. لکپت، گرنار، جيسلمير، لس ٻيلو پورب بندر، جهونا ڳڙهہ، هالار، دوارڪا، لڳي ٿو تہ انهن مان گهڻين جاين تي هو ويو بہ آهي.

نانگا ناني هلئا، هنگلاج جا هلي،
ديکي جن دوارڪا، مهيسين ملهي،
آڳهہ جن علي، آئون نہ جيئندي اِن ري

لطيف جي سر ڪاهوڙي کي انهي ڪري ڳولا جي لحاظ کان اهميت آهي، جو انهن درويشن، سنياسين، الله لوڪ فقيرن جي ڳولا بہ شا مل آهي. هي دنيا ڇڏي جبلن ۾ سفر ڪندي خدا جي عبادت ڪندا هئا تہ ان سان گڏ روزيءَ جي تلاش پڻ. شاهه صاحب هن سر ۾ ڪاهوڙين جي اوصاف ۽ اخلاق جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ائين لڳي ٿو تہ هو دنيا کان هٽي جبل ۾ "ڳولا" ۽ "ڳولا" جي هڇ هڇان ۾ هئا.

ڪاهوڙين خفيءَ سين، سوجهي لڌو سبحان،
عاشق اهڙين اکرين، لنگهيا لامڪان،
هوءِ ۾ گڏجي هوءِ، ٿيا بابو سي بريان،
سيوئي سبحان، آيو نظر ان جي.
(شاهه)

شاهه صاحب انهن فقيرن ۾ جيڪي پسيو اهو ڏسڻ وٽان آهي:

مون سي ڏٺا ماءِ، جنين ڏٺو پرين کي
ڪري نہ سگهان ڪاءِ، انين سندي ڳالهڙي
(شاهه)

هيءَ آهي اصل ڳالهہ انسان جي اندر جي ادراڪ سمجهہ ۽ معراج جي، جنهن جو سون منڊ ۾ عرض ڪيو هو. لطيف سائين ۽ اهڙا مفڪر

وقت بہ وقت انهي مٺيا ڏي اشارو ڪندا رهن ٿا. پر اسين اڄ نہ انهيءَ ڳولا ۾ آهيو نہ وري ڪيو اسان مان ڪنهن کي ڳولي ٿو. هيءَ ڪيفيت تڏهن ماني ٿيندي من اندر جيڪي آهي اهو تڏهن مطمئن ٿيندو جڏهن اسين انهن ماڻڪن، مفڪرن کي ڳوليندا سين ۽ سندن فڪر سان گڏ گهاريندا سين تڏهن ئي من مطمئن ٿيندو.

مون، سي ڏٺا ماڻ جنين ڏٺو پرينءَ کي،
رهي اڄجي، راتڙي تن جُنگن سندي جاءِ،



انهين جي ساڄاءِ، ترهو ٽئي تار ۾،

هن سُر جا مقالا بہ انهي ڏس ۾ هڪ وک آهن.

اديب ساٿين جي هن سٽ جو ٿورائتو آهيان، جيڪي اڄيو ادبي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿين. مان ٿورائتو آهيان ساٿي حميد آخوند، دوست ممتاز مرزا جو جيڪي هن ادبي ڪانفرنس جي ڪم ۾ نہ رڳو هٿ ونڊائيندا آهن پر سندن صلاحون مون لاءِ وڏي وٿ آهن.

مون وٽ هنن ساٿين ۽ ادبي ميلي ۾ شريڪ ٿيندڙن ۽ مقالا لکي ڪٺي اچڻ لاءِ مون وٽ پيو ڪجهہ تہ ڪونهي پر هيءُ سوکڙي ضرور آهي.

اول آخر آهه، هلڻ منهنجو هوت ڏي،
پورهئو سندو پورهيتن، والي ! ڪي مَ وڃاءِ،
سو مون ٿورو لاءِ، جئري سلان جت کي.
(شاهه)

شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڪميٽي ڀٽ شاهه،
حيدرآباد سنڌ، 1994ع

## مددي ڪتاب


1. The Poetry Of Shah Abdul Latif.Dr: Durr-e Shahwar Syed

2. سُر ڪاهوڙيءَ جو مطالعو

## سُر ڪاهوڙي مان ڪجهه چونڊ بيت

(1)

ڪاهوڙيُنِ خَفِيءَ سين، سوجهي لَڌو سُحانُ؛
عاشِقَ اَهڙي اَڪَرين، لَنگِهيا لا مَڪانُ؛
هُوءِ ۾ گَڏِجي هُوءِ ٿِيا، بابُو جي بِريانُ؛
سَيوئِي سُبُحانُ، آيو نَظَرُ اُنَنِ جي.

(2)

مُون سي ڏِٺا، ماءِ! جنِين ڏِٺو پِرينءَ کي؛
رَهِي اَچِجي راتڙِي، تن جُنگَنِ سَنڌِيءَ جاءِ؛
تنِين جِي ساجاءِ، تُرهو ٿِئي تارِ ۾.

(3)

ويڙُون پَبِ پَئِي، ڪيرُون ڪاهوڙيُن جُون؛
آئُون تن ڏوتِيُنِ جو، پُڇان پيرُ، پَهِي!
رُڃِنِ راتِ رَهِي، ڏُونگَر جَنِين ڏورِيا.

(4)

تُون هَڏِ ڪُجاڙِيا، سَنجهي سَعيو نہ ڪَرِين؟
سَوارا سَنڌَ ڪَٽِي، ڪاهوڙي وِيا؛
آڻِيندين ڪِيا، ڏُٺُ ڏوراٽي ڏيهَ جو؟

(5)

ڏوتِي سا ڏورين، جا جُوءِ سُئِي، نہ ٻُڌِي؛
پاسا مَٿي پاهَٽين، ڪاهوڙي ڪوڙِينِ؛
وِڃا اُتِ ووڙِينِ، جِتِ نِهايَتَ ناهِ ڪا.

(6)

يَڪُلِيا پُوڙَنِ، ڌَرَ کي گَڏِيو ڌُوڙِ ۾؛
ڳالِهيُون، ڳِهِلي لوڪَ سين، پَڌَرِ پَئي نہ ڪَنِ؛
ڪا مُلِ آهي تَن، مُون پِريان جي ڳالَهڙِي.

# آءُ اُڏامي هنجڙا

## سُر ڪارايل

تاريخ ٻڌائي ٿي تہ انسان ڌرتيءَ تي پير رکڻ سان پنهنجي اندر لهندڙ سج، ايرندڙ چنڊ ۽ ويرين جي اڇل جيان جذبن ۽ احساسن کي محسوس پئي ڪيو آهي ۽ ان جي ترجماني لاءِ ڪئين علامتون گهڙي پنهنجي خيال ۽ فڪر جي ترجماني پئي ڪئي آهي. جن انهن علامتن کي خوبصورت انداز بيان ڏنو. اهي مفڪر عالم اديب ۽ شاعر بڻيا. خاص طرح جڏهن صوفي شاعرن پنهنجي تصوف وارن خيالن کي علامتن رستي پيش ڪيو تہ وڏا ٿلها منجهائيندڙ نظريا سولا ٿي پيا. انسان جي اندر اڇلون ڏيندڙ خيالن کي جڻ زبان ملي وئي.

تاريخ ۾ انهيءَ علامتي اظهار جا نوان ۽ پراڻا لاڙا آڻيندڙ مغرب جا ڪي صوفي فڪر جا مالڪ ڪولرج ۽ بلئڪ ڳالهائين ٿا. اُڻويهين صدي ۾ ايڊ گرايلن پو Symbols کي زبان ڏني. 1820ع ۾ واشنگٽن ارونگ نڪري نروار ٿيو. اصل ۾ هي آمريڪي اديبَ سترهين ۽ ارڙهين صديءَ جي انگريزي زبان جي صوفي شاعرن کان متاثر ٿيل هيا. 1842ع ۾ فرانسيسي شاعر بودليئر، ايلن پو جي شاعريءَ کي فرانسيسي ادب جو حصو بڻايو.

مغرب جي صوفي شاعرن مختلف اعتقاد جي سخت ۽ تعصبي نظرين وارن کان بچڻ لاءِ، وحدت الوجود وارو خيال ڪٺي آيا ۽ اُنهيءَ لاءِ بي پناهہ علامتن ۽ اشارن سان اظهار ڪيو. اِها اُتان جي ڪلاسيڪي شاعري هئي. مشرق جي شاعري بہ ساڳي طرح تصوف واري فڪر کي علامتن ذريعي، بيان ڪيو. سندن اُڏما، جذبا ۽ احساس عجب عشق کي عيان ڪندا رهيا. سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعري ساڳيا رجحان ڪٺي

نسري ۽ نپني. تصوف واري فڪر کي بيان ڪرڻ صرف علامتن ۽ اشارن وسيلي ئي ممڪن هو.

ڪنڌ ڪُهاڙا سر گهڙا، وڻ ڪي سر لوهار
فريدا، هو لوڙهي سهہ آپڻا، تون لوڙهہ انگيار

*

ڪاگا ڪرنگ ڍونڍوليا، سگلا ڪايا ماس
اي دُءِ نيڻ نہ چو هيو پر ڏيکڻ دي آس

(بابا فريد)

سنڌي ادبي تاريخ مطابق اسان جي شعري روايت جي ابتدا لوڪ داستانن جي ڳاهن سان ٿئي ٿي اسان جي عارفن عالمن ۽ مفڪرن جي شاعريءَ جي شروعات چوڏهين صدي کان ٿئي ٿي.

مشرقي شاعري ۾ تصوف واري فڪر جا ٻہ مڪتب ليکجن ٿا. هڪڙا صوفي، جيڪي مذهب جي اهميت جا قائل آهن ۽ شريعت ۽ طريقت کي ٻہ لازم قرار ڏين ٿا. انهي فڪر جو اڳواڻ امام غزالي آهي، جنهن جا علمبردار علي بن عثمان هجويري عرف داتا گنج بخش ۽ خواجہ معين الدين چشتي آهن. ٻئي مڪتبي فڪر وارا مذهبي ڪٽرپڻي کان پري باطن سان لاڳاپي رکڻ تي زور ڏين ٿا ۽ کين وحدت الوجودي سڏيو وڃي ٿو. هن جو باني بايزيد بسطامي آهي جنهن تصوف جو علم سنڌي عالم ابو علي سنڌي کان پرايو. سنڌ ۾ مذهبي فڪر ڪٽر پڻي تائين نہ پهچي سگهيو. ان ڪري ايران جي وحدت الوجدي صوفين ۽ درويشن جو اثر گهڻو پي رهيو ۽ سنڌ ايران ۽ فارسي زبان سان ناتا گهرا رکيا. انهي ڪري سنڌ جي عالم مفڪر درويش ۽ صوفي ايران جي وحدت الوجدي تصوف کي ترت ۽ سولائي سان پنهنجو ڪري ورتو. تنهن ڪري ضروري هو تہ سنڌ جو صوفي شاعر پنهنجن اڌامن جي اظهار لاءِ سنڌي جون ڪي علامتون پنهنجون ڪري ۽ انهن علامتن وسيلي وحدت الوجود وارو فلسفو بيان ڪري سگهي. حقيقت علامت آهي اظهار جو ذريعو. جيڪو ڪنهن بہ فڪر خيال يا سچ ۽ حقيقت کي سمجهائڻ لاءِ، ڪن عام شين کي تشبيهہ بڻائي بيان

ڪري. ڪنهن بہ شيءِ جو بيان ايئن ڪجي جيئن آهي. انساني فطرت تي ايترو اثر نٿو ٿئي پر جي اشاري يا تشبيهہ سان بيان ڪجي تہ علامت موزون يا خيال کي واضح ۽ چٽو ڪري ٿي ۽ پرڪشش بڻائي ٿي ۽ اهي علامتون عام ۽ پرڪشش بڻجي وڃن ٿيون.

سنڌي شاعري ۾ علامتي اظهار ڪلاسيڪي، رومانوي ۽ صوفياڻي شاعري سان گڏوگڏ وجود ۾ آيو. پهريائين تاريخي ۽ عشقيہ داستانن جي ڪردارن کي علامت بڻائي صوفي فڪر جو پرچار ڪيو ويو. مين شاهہ عنايت ۽ شاهہ ڪريم بلڙي واري کان شاهہ لطيف تائين اسان کي اهي عشقيہ داستانن جا ڪردار ۽ ڪيتريون شيون ملن ٿيون. شاهہ سائين پنهنجي صوفي فڪر کي عام ڪرڻ لاءِ جيتريون علامتون، تشبيهون استعارا استعمال ڪيا آهن، شايد ئي ڪنهن شاعر وٽ ايترو پنڊار هجي.

حقيقت ۾ شاهہ صاحب جي سامهون سونهاري سنڌ پنهنجي وٿن، نظارن ۽ املهہ ماڻڪن سان سامهون هئي. ڪٿي جهرجهنگ، ڪٿي سمونڊ، ڪٿي جبل، ڪٿي درياءَ، ڪٿي پتنگ، ڪٿ ڪونجون، ڪٿي هنج، شاهہ صاحب پنهنجي فڪر کي بيان ڪرڻ لاءِ رومانوي داستانن سان گڏ، هر ڪا وٿ، پکي پکڻ ۽ هر ڪا شيءِ سندس موضوع هئي. ناڪئا هجن يا گهاتو صراف هجن يا جوڳي. هن سڀهہ کان مرليءَ تائين علامتون بڻايون ۽ عام ڪيون.

شاهہ صاحب جو علامتي اظهار بہ طرفو ۽ بن قسمن وارو آهي. ڪلياڻ آڏواڻي پنهنجي مضمون Shah Latif ۾ هن طرح بيان اظهار ڪري ٿو.

Symbolism is the very soul of Shah's Poetry. There is no sur of his Risalo whose fabric is not women out of variegated reads of mystic symbolism. Shah's symbolism in his stories is of two kinds : Man's search for god and gods choice of particular individual as his favourite. This two fold symbolism is illustrated by a variety of beautiful similes, metaphors and allegories. In Shah's love tales, the

aspirant is represented as the heroine and God as the hero. The aspirant plays in turn the roles of Lilan, Moomal, Suhni, Sasui, Noori and Marui, and god play the respective roles of Chanesar, Rano, Mehar or Saahar, Punhu, Tamachi. The Aspirant has two types of foes internal and external.

شاهہ سائين انهن داستانن کي بيان ڪرڻ لاءِ ڪيترائي ڪردار تخليق ڪيا آهن. سسئي جا پنهونءَ لاءِ بر وڏا پنڌ، جهاڳيل جبل، برپٽ بيابان، جهر جهنگ ۾ مرن سان ملاقات . ۽ سائينءَ ڪيتريون ئي علامتون استعمال ڪيون.

رات سهائي، پونءِ سنئين پٽين وڏو پنڌ،
هلندي حبيبن ڏي، ڪرها موڙ مَ ڪنڌ.

پنهونءَ جي ذات ۾ ان جي خوشبو لاءِ چئي ٿو:

سُرهي منجهان ساٿ، آئي بوءِ پنيور کي،
بينا بزارن ۾، ناهي جت جبات.

مارئي جي حب الوطني وڏو اهڃاڻ آهي، پر ان سر ۾ ڌرتي سان عشق هڪ علامت آهي، جنهن کي بيان ڪرڻ لاءِ ڪتوري، مشڪ آهي، پڪا پيرون ميوو آهن. مارئي پکن ۾ جائي، مسڪين ماروئڙن سان عشق ۾ اڙي.

شاهہ سائين وٽ، مارئي جو مليراٽي عشق هجي، يا سهڻي جو ميهر سان عشق، ملڪ ملير جون وڏيون علامتون، گولاڙا، پڪا پيرون، مارن جا پکا ۾ اڪيچار ڌرتي جا گونج ۾ گل آهن.

سر سهڻي کي ڏسو شاهہ سائين ڇا نہ ٿو بيان ڪري.

لهر مڙيو ئي لال، وهڻ ڪتوريان وترو
اوبهارا عنبير جا، جر مان اچن جال،
ڪُنن گهڙي ڪالهہ، سڪ پريان جي سهڻي.

مومل وٽ شمع، پرهہ ۾ ڪانگ جو علامتي تصور ڏسو.

شمع ٻاريندي شب، پرهه ٻاکون ڪيون،
موٽ مران تي ميندرا، راتا ڪارڻ رب،
تنهنجي تات طلب، مون ڪانگ اڏايا ڪاڪ جا.

سر ساموندي لاءِ پروفيسر اڪرم انصاري لکي ٿو:

Finally you recognise the divine symbols and see your lord through them . The last chorus is piece of unique beauty and simplicity.

"ترُ نهاريان تي، منهنجا بندر، وڻڙا جي،
مان سڙهه سجاڻان سپرين.

ايي اوسهه پائيان، ڪارڻ وڻجاري،
مان سڙهه سجاڻان سپرين.

گهڻو اُڪنڊي آهيان، پرين پنهنجي ڪي،
مان سڙهه سجاڻان سپرين.

آسائتي آهيان، الا ڪانڌ اچي،
مان سڙهه سجاڻان سپرين.

شاهه صاحب وري جنهن نموني پکين ۽ جانورن کي علامت بڻايو آهي، ان جو ذڪر ڏسو. شاهه صاحب سر ديسي ۾ هما پکي ۽ هرڻ جو ذڪر جنهن علامتي انداز سان ڪيو آهي. اهو ناياب آهي. ڪلياڻ آڏواڻي لکي ٿو:

She (Sohni) had perhaps learnt art of endless quest from deer of cathav and Huma (Phoenix) which both Know no rest. It is not possible for ordinary creatures to undergo the trials and tribulations of such a perilous journey.

جيئن سو هرڻ هماءُ، سر گردان سنسار ۾،
هو پڳ نه ڏري پنڌين، هيءُ ڏڙ سر ڏري نه ساءُ،
جيڪس تن ملاءِ، سسئي سُور پرايا.

شاهه سائين سنڌ جي پکي پکڙ کي به پنهنجو موضوع بڻايو آهي ۽ انهن کي علامت طور استعمال ڪيو آهي. هو هما جي صفت تي اچڻ کان اڳ ۾ باز کي نظر ۾ رکي ٿو. شڪرو به ڪانئس پري نه آهي. ڳجهه جيڪا ماس کائي ٿي، انهيءَ جي عادتن جي به ڪيس خبر آهي.

ڪڻ باراؤ باز کي، ڳجهه کي ڏي مَ ڳل،
هما، ڏي تون هل، شڪرو ساڻ ڪٺي.

شيخ سعدي "هما" لاءِ چئي ٿو:

هما بر سرمر غان، ازان شرف دارد،
ڪه استخون خورد طائري نياز آرد.

ايراني شاعرن مطابق هما جو جنهن ماٿهو مٿان پاڇو پيو سمجهو ته اهو ضرور بادشاهه ٿيندو.

برسرهر کي سايه او افتد بدولت و سلطنت رسد

شيخ سعدي شيرازي ٻئي هنڌ چئي ٿو:

کس نيا يدبزير سايهءِ بوم،
ورهما ازجهان شو دمعدوم

ڪو به ماڻهو چب جي پاڇي هيٺان ڪو نه ٻيهندو توڙي ڪٺي هما جهڙو برڪت ڀريو پکي دنيا ۾ اڻلڀ هجي. شاهه صاحب ان لاءِ هما پکي لاءِ فرمائي ٿو ته شڪري جهڙو سچو شڪاري ساڻ ڪري"هما" ڏي هل جتان تنهنجون مرادون پوريون ٿين. ڳجهه ڍونڍ جو پکي آهي. ان جي ويجهو نه وڃ. "هما" ڇاڪاڻ ته هڪ لاامڪاني پکي آهي. هوا ۾ اڏرندو رهي ٿو تنهن ڪري شاهه صاحب ان کي علامت ڪري استعمال ڪيو آهي. اهڙي طرح شڪري وانگر باز جي قسم مان هڪ پکي سچائي جي علامت طور هن نموني استعمال ڪيو اٿس.

نينهن، سيچاڻي، شينهن، ٿنهي قصد ڪباب سين،
ڪائن راتو ڏينهن، توءِ پوڻن بکيا.

اهڙي طرح مور پکي جنهن کي ڪارايل به چوندا آهن. پاڻيءَ جي ڪنارن تي رهندڙ هي پکي شڪار ڪو نه ڪري پر نانگ بلائن کي ڪاٽي ناس ڪري.

سر ۾ سانجهي وار، مورن مانداٽا ڪيا،
سٿون ڏين سپن تي، ڪيئن ڪارايل ڪٽدار
ماري نانگ اپار، وه پيتائون وٿيين.

شاهه صاحب هڪ ڏار سر "ڪارايل" چيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ترتيب ڏنل رسالي"شاهه جو رسالو شاهه جو ڪلام" جلد ٽئين ۾ سر ڪارايل جي تشريح ڪندي چئي ٿو."هن سر ۾ هنجهه ۽ ڪاري اصيل نانگ جي روايتي خوبين جي تمثيل سان اعليٰ اخلاقي معيار جا ڪي رخ روشن آهن.

داستان پهرين لاءِ ڊاڪٽر صاحب فرمائي ٿو.

"هن داستان ۾ هنجهه جي مٿاهين شان ۽ معياري ڪردار جا اهڃاڻ ڏنل آهن. اڏامڻ سان سندس ٻولي"وحد هو" آهي جنهن ڪري پرڪا واري لڙپاٽي ڪان پري آهن.

وحدهو وائي ڪري، چڙهندي چيائين،
سو لڙ لنگهائين، جتي پارڪ پکيان.

شاهه صاحب هن سر ۾ پونر ۽ ڪنول گل کي به علامت طور ڪم آندو آهي، جيئن هنجهه پکي جو چوڻو موتي ماڻڪ آهن ۽ باڻ تار پيو تري ۽ سندس نگاهون پاتار وارن موتين ۾ آهن. ايئن جيئن پونر پاڻيءَ کان مٿي آڪاس ۾ پيو اڏامي پر سندس عشق ڪنول گل سان آهي، جنهن جون پاڙون پاتال ۾ آهن. عجب تشبيهه آهي. عجيب علامت عجب اشارو آهي.

ڪونر پاڙون پاتار ۾، پونر پري آڪاس،
ٻنهين سندي ڳالهڙي، رازق آندي راس،
تنهن عشق کي شاباس، جنهن محبتي ميڙيا.

هن تشبيهه جي وضاحت ڪندي اڳتي چئي ٿو:

ڪونر پاڙون پاتال ۾، پونر پري ۾ سج،
بنهي سندي ڳالهڙي، عشق اي اهڃ،
توءِ نه لهين اڄ، جي پيو پين پاڻ ۾.

الاهي بارگاهه ۾ مانائتو يا هنجهه حضوري تڏهن ٿيو جڏهن ڪيس سر اوڏي (اونهي پاڻيءَ) جي پروڙ پئي جتي هن موتين جي ڪاڻ ڳولي ڪئي:

ٿئو حضوري هاڻ، سوجها پيس سَر جي،
ڪُنڊي لڌي ڪاڻ، پڪيئڙي تار ۾.

شاهه سائين ’هنج‘ کي علامتي طور استعمال ڪندي چوي ٿو:

آءُ اڏامي هنجهڙا، سر ۾ سارينئي،
مڇڻ مارينئي، پارهيڙي پهه ڪري

مولانا دين محمد وفائي هن سر لاءِ ”شاهه جي رسالي جو مطالعو“ ۾ فرمائي ٿو: پاڻي جي پکين جو ذڪر شاهه صاحب هڪ جدا سر ڪارايل ۾ ڪيو آهي.

هنجهه ۽ للو پکي پاڻي وارن پکين ۾ ڏاڍا مهانڊي وارا ۽ وڻندڙ پکي ٿيندا آهن. ڪنگ ۽ ٻگهه تنگن وارا ڏگها پکي به پاڻي جي جيتن ۽ سنهي مڇيءَ تي گذران ڪندا آهن. پر هُنن ۽ هنن پهرين پکين جي ڏيل ڏول ۾ گهڻو فرق آهي.

شاهه صاحب سر ڪارايل ۾ انيڪ قسمن جي پکين جهڙوڪ هنجن، هنسن، ٻگهن، ڪونجن، آڙين ۽ ٻين کي پنهنجين صفتن ۽ عملن سان پيش ڪيو آهي. ڪيترائي پرديسي پکي آهن. جن لاءِ چئي ٿو:

قسمت آنديون ڪونجڙيون، وطن سندن روهه،
ڪنهن جو ڪونهي ڏوهه، رزق رزاق هٿ ۾.

هنجن جو هيءَ عاشق شاعر سندن سونهن ۽ صفات تي مست آهي. هنج پکي نه رڳو شڪل ۾ سهڻا پر لڇڻن ۾ به ڀلا آهن. اهي ٻگهن

۽ ڪنگن وانگر نه وڙهن. نه ڪکي ڪائن جنهن سر تي پهچن اتي سرهاڻ پکڙجيو وڃي.

هنجهه مڙيوئي هنجهه ميرو منجهن ناهه ڪو.
جتي رهن سنجهه، سو سر ڪن سرهو.

سر ڪارايل ۾ جيڪا روحاني ڪيفيت آهي اها هنجهه جي صفتن ڪري آهي. اهي ڪانگن ۽ بگهن وانگر نه پاڻي لڙ ڪن، نه مڇين ۽ ڇچين ۾ غلطان هجن جو ماري اچي ڪڙڪين. شاهه صاحب هنجهه کي هدايت ٿو ڪري ته ميري پاڻي سان تنهنجو واسطو ئي نه آهي. تنهنجو ماڳ اڇو اجرو پاڻي آهي.

هاريا هنج، بگهن سين، ڪيهي ٻڌين ٻيلهه؟
ميرو متائج تون، اڇي ڪر اڪيل،
ڪنگن سان ڪويل، للا جم لڙپئين"

سر ڪارايل لاءِ ليلا رام وتڻ مل پنهنجي ڪتاب The life,religion and poetry of shah latif ۾ چئي ٿو ته:

This Sur contains dome micellanious versus of our poet who Praises the bird called Hanj which remains in deep water and is emble matic of a seeker after divine truth.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هن سر جي وضاحت ڪندي رسالي ۾ لکي ٿو: "اوائلي دور جي رسالن مان ط ۽ ف ۾ هن سر جو نالو "ڪارايل" بدران ڪاريهل ڪري لکيو ويو آهي. ڪارايل مان مراد ڪارو هنجهه آهي. "گنج" ۾ هن سر جو نالو ڪارايل يا "هنجهڙهه" ڪري ڄاڻايل آهي. "هنجهڙهه" يعني هنجهڙو پر هن داستان ۾ هنجهه کان سواءِ نانگ ۽ مور لاءِ به ڪارايل جو نالو آيل آهي ۽ مختلف بيتن ۾ هنجهن، ڪارن اصيل نانگ ۽ مورن بابت سنڌ جي مقامي روايتن واري ماحول جا اهڃاڻ سمايل آهن."

ڊاڪٽر صاحب "ڪرايل سر ۽ راڳ جي نوعيت" سري هيٺ پنهنجي ترتيب ڏنل رسالي ۾ سر ڪارايل لکي ٿو: ڪارايل جي ذبي سان ڪو نغمو غالبن شاهه عبداللطيف واري دور کان اڳ ۾ هلندڙ هو

چاڪاڻ جو شاهہ جي راڳ ڪان ٻاهر بہ ڪاريهر يا ڪاريهل راڳڻي اجان تائين سنڌ ۾ هلندڙ آهي. جنهن ۾ قافيون ڳائجن ٿيون. غالبن اهو نغمو هنجهن يا مورن جي مني لات تان ڳائجڻ ۾ آيو آهي."

شاهہ صاحب جي هن سر ۾ هنج علامت آهي. سنائي جي، اڇي اجري، نيڪي ۽ سچائي جي، حقيقت ۾ اصل سچي سالڪ جي جنهن کي هدايت بہ ڪري ٿو.

سنيالجانءِ، انهن ٻگهن وٽ رهندين تہ پاڙهير اڇي نہ توکي پڪڙين. پر جيڪي سچا سالڪ آهن ۽ مرشد هنس وٽ پهچن ٿا تہ پوءِ ڪيفيت هيءَ آهي.

ڪوهہ ڪندا کي تن، پاهيرا پهہ ڪري

شاهہ جي علامت جو اهو ڪمال آهي تہ هن پکين کي Symbol ڪري ڪم آندو آهي ۽ هي علامت ڏسو.

وڳر ڪيو وتن، پرت نہ چنن پاڻ ۾،
پسو پکيئڙن، ماڻهئا ميٺ گهڻو.

سچا سرن جا سر پريا پيا آهن. علامت در علامت جو انوکو انداز شاهہ صاحب وٽ ئي آهي. مومل، پرين لاءِ ڪانگ اڏائي ٿي ڪاڪ جا، سسئي هرڻ ۽ هماءَ وانگر سرگردان آهي، سنسار ۾ سهڻيءَ کي گهڙي جو آسرو آهي، پر " گهڙو ڀڳو تہ گهوريو پاڻان هو حجاب" وحدت الوجود جي فلسفي کي سولي ڪرڻ لاءِ علامتي اظهار وسيلي شاهہ صاحب وحدت جو جيڪو وڻج وهاءُ سڦرو ڪيو آهي. اهو ئي عشق حقيقي ۽ ازلي پيغام آهي.

سر ڍونڍيان ڏڙ نہ لهان، ڏڙ ڍونڍيان سرناهہ،
هٿ ڪرايون، آڱريون ويا ڪپجي ڪانهہ،
وحدت جي وهانءِ، جي ويا سي وڍيا.

سرِ راهہ ويندي لطيف سائين سان رهاڻ ٿيندي آهي ڪڏهن سوڪڙيون پاڪڙيون ملنديون آهن سانڍي ڪٽي قابو ڪندو آهيان. جڏهن پڪوڙيل مٺ کوليندو آهيان تہ چوڌاري عجب اسرار پکڙجي ويندو آهي:

اکين آرو، مونهان پڇي نہ ڪيو
اتي وڃي اڙيون، جتي چوڻ نہ چارو
هينئڙو ويچارو، واتون جهليون وڃهلي.

لطيف سائين جون واتون جهليو وينا آهيون. عرس تي وات اها ئي هوندي آهي. هر ڪو وڏي آس ۽ اميد تي ميڙي ۾ شريڪ ٿيندو آهي. ڪنهن مهل سرڪار وٽ تہ ڪامهل راڳ جي محفل ۾. تہ ڪا مهل ادبي ميڙ ۾ سيڪو من جي اڃ اجهائڻ لاءِ آسرو ند ٿيو اچي.

توٽي تواڻي، توءِ تنهنجو آسرو
سڄڻ ڳري لائي، ڪيريون ڏينديس جيڏيين.

لطيف سائين جي ميڙي تي پڙهيل سر ڪارايل وارا مقالا هن سُر جي حقيقت بيان ڪن ٿيا. دوستن ۽ ساٿين وڏا وس ڪري موتي ڳولي چٽيا آهن. شال سڄڻ ڳري لائي ۽ سالڪ بڻجڻ جي آس اميد پيدا ٿئي.

مان هن ڪانفرنس جي موقعي تي محترم دوست ۽ سائين حميد آخوند صاحب جو ٿورائتو آهيان. جيڪو اڃا تہ هٿ شفقت جو رکندو اچي ۽ اسين بہ وک اڳيري کڻدا اچون، ساٿي ممتاز مرزا هميشہ منهنجي رهبري ڪئي آهي، ڪم ڪي اڪلائڻ ۾ نندبَ مان جاڳائي بہ همت افزائي ڪئي. شال ڏٽي ٻنهي کي يلائي جا ياڙا ڏيندو.

مان ٿورائتو آهيان پين ساٿين جو جيڪي ڪانفرنس جي موقعي تي مون سان بيلهہ ٿي بيهندا آهن ۽ وٽ وٽان ڪري مهل جا مڙس ٿي بيهندا آهن. هونئن تہ اسان جو حال اجهو هيءَ آهي:

ڪايو ڪما يوم، موتي مون نہ وٽجيا،
سيهي جو سيد چئي، وڪر وهايوم،
هھڙو حال سندوم، توهہ تنهنجي ابهان،
(شاهہ)

سُر ڪارايل، 251 هين عرس شاهہ عبداللطيف يٽ شاهہ ثقافتي مرڪزيت شاهہ/حيدرآباد 1996ع/1417هہ



## سُر ڪارايل مان ڪجهه چونڊ بيت

(1)

"وَحدَه" وائِي، چَڙهندي چَيائِين؛
سو لُڙُ لَنگهيائِين، جِتي پارَڪَ پَڪِيان.

(2)

بَگهَنِ سين باڻُ هَڻِي، اُڏاڻو آڪاسِ؛
جِتي پِرِين سَنداسِ، سو سُر مَٽي هَنجَڙو.

(3)

اڪَڙيُون اوڙاهَ ۾، اُيو تَڪي تارِ؛
پِڻُون جي پاتارِ، هَنجُ تنِين جو هيرَئُون.

(4)

وَجِين نہ پيهِي، پِڻُنِ لَءِ پاتارَ ۾؟
ڪَنڍِيءَ ۾ ڪيهِي، هاجَ تُنهِنجِي هَنجَڙا.

(5)

تِيو حُضُورِي هاڻِ، سوجها پِيَسِ سَرَ جي؛
ڪَندي لَڏِي ڪاڻِ، پَڪِيَڙِي پاتارَ ۾.

(6)

اچو پاڻِي لُڙُ تِيو ڪالُورِيو ڪَنگَنِ؛
اِيندي لَجَ مَرَنِ، تَنهِن سَرَ متي هَنجَڙا.

(7)

هَنجَنِ سين هيڪارَ جي بُڳَڙَ ڪري نهارِئين؛
بَگهَنِ ساڻ بِيهارَ بيلَه نہ بَڌِين ڏِگهِين



# الا ايئن مَ هوءِ

## سُر مارئي

سرمو سفيديءَ جو جذهن پاتو جن،
تذهن ذني تن، اچائي عالم ۾.

لطيف سائين جي ڪلام جي باري ۾، جيڪي بہ رايا آهن. سي پنهنجي جاءِ تي تاريخي حيثيت رکن ٿا، پر هي رايو صرف راءِ نہ پر هڪ حقيقت آهي تہ لطيف سائين جو نالو سنڌ واسين جي روح ۾ رچيل ۽ سندس ڪلام سندن رڳ رڳ ۾ سمايل آهي. شاهہ سائين جو ڪلام صرف سنڌ تائين محدود نہ آهي، پر بين الاقوامي ادب جو حصو بڻجي چڪو آهي. شاهہ سائينءَ جو ڪلام انگريزي ۽ جرمن ٻولين کان سواءِ ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر ايچ ٽي سورلي، محترمہ ايلسا قاضي، ڊاڪٽر اينيميري شمل، شيخ اياز ۽ ٻين جون ڪوششون نمايان ٿي رهيون آهن. شاهہ سائين جي ڪلام جي سهيڙڻ ۽ تشريح جي سلسلي ۾ ڪيترن ئي محققن، عالمن ۽ مفڪرن جي محنت اسان جي سامهون، سندن ڏنل شاهہ جي رسالن ۽ ڪتابن جي صورت ۾ موجود آهي. شاهہ سائين جي ڪلام جي تحقيقي جي سلسلي ۾ ڪيترائي دور ۽ انهن دورن ۾ اختلافي مسئلا پيدا ٿي رهيا آهن. جن ۾ ڪيترن نمايان شخصيتن ڪم ڪيو آهي، پر انهن کي تحقيقي جي تسلسل ۾ اڄ ياد رکيو نہ پيو وڃي. هي اهي هيرا هئا، جن جي اختلافي بحثن ۽ لکڻين کان سواءِ اڄ جو شاهہ اسانجي سامهون جيڪر نہ هجي ها. مون کي جيڪي بہ نالا ياد اچن ٿا. اهي هي آهن:

ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ، مرزا قليچ بيگ، ڄيٺمل پرسرام، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ليلارام وطڻ مل لالواڻي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي،

ڊاڪٽر يو ايم دائودپوٽو، لعلچند امرڏنو مل، پيرو مل آڏواڻي، ڊاڪٽر ايچ ٽي سورلي، علامہ آءِ. آءِ. قاضي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، پير حسام الدين راشدي، ايلسا قاضي، اينيميري شمل، شيخ اياز، پروفيسر اڪرم انصاري، پروفيسر عبدالعلي قلباڻي ۽ ٻيا ڪيترائي ليکڪ ۽ مفڪر.

اڄ جيڪا بہ تحقيق ٿئي پئي، اها مٿين شخصيتن جي ڪيل جاکوڙ ۽ ڏس مطابق ٿي رهي آهي. جيتوڻيڪ هن دور جي ليکڪن ڪجهہ نيون روايتون ۽ نيون راهون اختيار ڪيون آهن، جن ۾ نمايان، ڊاڪٽر تنوير عباسي، سراج، محمد حسين ڪاشف، رشيد ڀٽي، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، پروفيسر اياز قادري، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، پروفيسر اڪرم انصاري، پروفيسر عبدالعلي قلباڻي ۽ ٻيا ڪيترا بزرگ، جن جا نالا وسرنم ٿا. لطيف سائين تي ٿيل تحقيقي جو سلسلو طويل آهي، ۽ انهي سلسلي هيٺ ايڏو خزانو حاصل ٿيہ آهي، جو ايندڙ نسلن لاءِ وڏو سرمايو آهي.

هي ڪتاب 'سر مارئي' بہ انهيءَ خزاني جو هڪ موتي آهي. هن کان اڳ، لطيف سائين جي ميڙي تي پڙهيل مضمونن جي سلسلي ۾ ڪيترا ئي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. هن سلسلي جا ٻہ دور آهن. پهرين دور ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هن سلسلي جي نگراني ڪئي. ٻئي دور ۾ هن بندي سان گڏ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ علي احمد بروهي صاحب جن هيا، جن جي ساٿ سان، سر ليلا چنيسر، سر گهاتو سر ڪاموڏ پڌرا ڪيا ويا.

مان محترمہ ماهتاب اڪبر راشدي صاحبہ جو ٿورائتو آهيان، جو ڪجهہ وقفي کانپوءِ مون کي ياد ڪيو ويو ۽ مون ڪوشش ڪئي آهي تہ انهي سلسلي کي انهي ئي ڏس ڏانو ۽ روايتن سان جاري ۽ ساري رکجي. جيئن اڳ ۾ ڪيو پيو ويو آهي. هن سلسلي جو مقصد، شاهہ سائين جي ڪلام جي روشني ۾ تحقيق جون نيون راهون ڳولڻ ۽ سنڌ واسين آڏو ڪي اهڙا رخ بہ آڻڻا آهن، جن کان اڃا آگاهي نہ ٿي آهي. هيءُ اُهي ئي ليکڪ آهن، جن شاهہ سائين جي ڪلام تي لکڻ فخر پيو

سمجهيو آهي ۽ هر ميڙي جي موقعي تي ڏوراهان پنڌ ڪري، ياڙا خرچ ڪري اچي حاضري پري آهي. ڪين لک جس هجي.

سر مارئيءَ لاءِ ليلارام وطڻمل لکي ٿو:

This is one of the most vigorous and pathetic surs of our poet.

تنوير عباسي مارئيءَ لاءِ لکي ٿو:

مارئي آهي، جيڪا وقت جي حڪمران عمر جي ڪوٽ ۾ آهي. اها هيڏي ساري حاڪم، هيڏي ساري زبردست بادشاهہ آڏو بہ ڪنڌ نہ ٿي جهڪائي ۽ پنهنجي ست کي سلامت ٿي رکي تہ انهي ضعيف انهيءَ مجبور ۽ انهي لاچار ڪردار کي عزم همت ۽ استقلال ڏيڻ ۽ انهن کي پختگي بخشڻ شاهہ لطيف جو ڪم آهي.

ڊاڪٽر ايچ ٽي سورلي لکي ٿو:

The poems of Marui and Umar describe the feelings of Marui locked in her prison rooms and longing to be released by her people, the Rustic camel herds and goat herds of Malir.

I shall fall at the feet of the man who has come from my country, my fathers' own home. I shall speak (sayid saith) the true thoughts of mine heart.

I am not to blame for this thing and I swear that alone I'd have never come here.

لطيف ائين جو هيءُ ڪردار هڪ عام ڪهاڻيءَ جو هڪ اهڙو ڪردار آهي، جنهن کي لطيف سائين اهڙي نموني اياريو ۽ سنواريو آهي، جو اڄ هيءُ ڪردار وطن ۽ سانگيهہ لاءِ عشق ۽ آزادي جي هڪ وڏي علامت آهي.

الا! ائين م هوءِ، جيئن آءٌ مران هن بند ۾،
جُسو زنجيرن ۾، راتيان ڏينهان روءِ،
پهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پڄنم ڏينهڙا.

مارئيءَ جي مڙس سان وفا کي شاهه سائين جيڪا شڪل ڏني آهي. اصل ۾ اها پنهنجي وطن، زمين ۽ ماروئڙن سان وفاداري آهي.

سونهن وڃايم سومرا، وطن وڃان ڪيئن،
حسن ڏاران هينءُ، پسان ڪيئن پنهوار کي.

مارئي انهي حب الوطنيءَ جي عشق سان سرشار تہ آهي، پر شاهه صاحب ڪجهہ ميار ماروئڙن تي بہ رکي ٿو. هو چورائيس ٿو تہ:

ڪانگ لنوي چوءِ، منهنجي ماروئڙن کي،
چانگان چڄي چيلڙو جي ويو ڪنهن جو هوءِ،
سهي وڙولجي سوءِ، آءٌ ڪيئن ويس وسري.
(شاهه)

لطيف جي مارئي جيڏي همت جذبي ۽ استقلال واري آهي، اوڏي موهيندڙ ۽ دل ۾ پيهي ويندڙ آهي. اهو ئي سبب آهي، جو ٿر ۽ بر ۾ مارئي جو مانُ مٿانهون آهي. سر جي محققن ۽ ليکڪن انهي مان کي سمجهندي لطيف جي خيال ۽ فڪر کي مان ڏيندي هيءُ مقالا لکيا آهن. شال سندن محنت انهيءَ خلوص جيان صاب پوي، جيڪو خلوص هو ميڙي ويلي ڏيکاريندا رهيا آهن.

مان وري بہ ٿورائتو آهيان ڀٽ شاهه ڪلچر سينٽر ۽ محترمہ مهتاب اڪبر راشدي صاحبہ جو، جنهن روايت برقرار رکي، هن سال ميڙي کي مچايو ۽ ادبي ڪانفرنس منعقد ڪرائي. آخر ۾ هميشہ جيان هن دعا ۽ اميد سان هيءُ بہ اکر پورا ڪريان ٿو:

چوڻ چارو ناهه ڪو، بديون بي شمار،
ڪپر ڪارونيار، اُڪارئين احسان سين.
(شاهه)

(سُر مارئي بابت شاهه عبداللطيف ڀٽائي ادبي ڪانفرنس ۾
پڙهيل مقالن واري ڪتاب جو مهاڳ ـ سال 1990)



## سُر مارئي مان ڪجھ چونڊ بيت

(1)

'اَلستُ بِرَبِّڪُم'، جَڏهِن ڪَنِ پيوم،
'قَالُوا بَليٰ' قَلبَ سِين، تَڏهِن تِتِ چَيوم،
تَنهِين وير ڳَيوم، وَچَنُ ويڙيچَن سِين.

(2)

جَڏهِن 'ڪُن فَيَڪُونُ'، مَنُ تَڏهانڪُون مارُئين،
ٿُون ڪِئَن وِڇِهين تن کي، سُومرا! شڪُون؟
هَميرَنِ هَڪُون، جاڙَ جُسي کي پاتِيُون!

(3)

نَڪا 'ڪُن فَيَڪُون' هُئي، نَڪا مُورَتَ ماهَ،
نَڪا سُڌِ ثَوابَ جِي، نَڪو غَرضُ گُناهَ،
هيڪائي هيڪ هُئي، وَحدانِّيتَ واهَ،
لَکِيائِين لَطِيفُ چَئي، اُتِ ڳُجهاندَرَ ڳاهَ،
اکِيُن ۾ اَرواحَ، اِها ساڃاءِ، سُپرِين!

(4)

'قَيدُالماءِ' ٿِيوم، هِتِ اَڙانگي گهارِيان،
'هِناڪَ جِسمِي وَالفُؤَادُ لَدَيڪُم'، هِنئون هُتِ سَندوم،
قادِرُ شالَ ڪَندوم، ميڙاڪو سِين مارُئين!

(5)

جهڙو ' قَيدُالماءِ'، تهڙو بَندُ نـ ڪو بِيو،
'جَفَّ القَلَمُ بِمَا هُوَ ڪائِنٌ'، لَهي نـ تِرُ تِئاءِ،
عُمَرَا! تو هَتاءِ، اَجائي ٿِئي آجِڙِين!



# ليلا لچ ۾ اينرو

## سُر ليلا چنيسر



ڀٽ ڌڻيءَ جي عرس واري ادبي ڪانفرنس جي تاريخ تمام گهڻي پراڻي آهي. خاص طرح سان ڪنهن زماني ۾ جڏهن ادبي ڪانفرنس جو اهتمام ڪيو ويندو هو تہ ان سان گڏوگڏ راڳ جو ميڙو بہ مچندو هو ۽ محفل هڪ تي ويندي هئي. هيءَ انهي زماني جي ڳالهہ آهي جڏهن اڄ جي ڀٽ شاهہ ڪلچر ڪاميٽي جي جاءِ تي ادبي سوسائٽيون ۽ يادگار ڪائونسلون ڪم هلائينديون هيون. ان وقت جا مهندار، ميڙو مچائيندڙ جن مان ڪي اسان کان موڪلائي ويا آهن. ڪي اڄ بہ پيرڙو پرين ٿا. خاص طرح جي نالا ڳڻائبا تہ هنن منن ماڻهن جا ڪجهہ نالا دل تي هن طرح تري اچن ٿا:

مرحوم ميران محمد شاهہ. مرحوم عبدالستار پيرزادو، مرحوم آغا تاج محمد. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محترم عبدالله چنا، مرحومہ بيگم زينت عبدالله چنا. سرشار عقيلي مرحوم، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل مرحوم.

ان وقت جي ادبي ڪانفرنس جو رنگ ئي ٻيو هوندو هو. آهستي آهستي وقت سان گڏ راڳ ۽ ادبي گڏجاڻين جو سلسلو بدليو ۽ اهي گڏجاڻيون ڏار لائبرري هال ۾ ٿيڻ لڳيون. جيڪي ڪو وقت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي نگرانيءَ ۾ ممتاز مرزا ۽ شيخ محمد اسماعيل جي تعاون سان ٿينديون هيون.

ڊاڪٽر صاحب جي اسلام آباد وڃڻ ۽ دوستن جي ڇڙ وڇڙ ٿيڻ ڪري ادبي گڏجاڻين جو سلسلو ڪجهہ جهڪو ۽ ڦڪو ٿي ويو.

نيٺ 1984ع ۾ پيٽ شاهه ڪلچر ڪاميٽي طرفان انهيءَ سلسلي ڪي نئين سر زور وٺائڻ لاءِ علامه علامه مصطفيٰ قاسمي چيئرمين سنڌي ادبي بورڊ جي نگرانيءَ ۾ هڪ ننڍي ڪاميٽي جوڙي وئي ۽ ادبي ڪانفرنس ڪي منعقد ڪرائڻ لاءِ محترم علي احمد بروهي صاحب ڪي ڪنوينر پڻ مقرر ڪيو ويو. انهيءَ ڪاميٽي تي مان به ميمبر طور ڪنيو ويس. سُر جي چونڊ تي ته پڪو ’سر ليلا چنيسر‘ تي پيو. هن ڪان اڳ شاهه صاحب جي ڪلام مان ڪافي سرن تي تحقيقي مقالن جون نشستون ٿي چڪيون آهن. دوستن ۽ سنگت سان ڳالهه ٻولهه ٿي. بروهي صاحب ڪراچي ڪان ويهي ڏاڍا چڪڻ شروع ڪيا. اسان حڪم جا ٻڌا، هن ڪانفرنس جي ڪم ڪي راس ڪرڻ ۾ لڳي وياسين.

هيءَ ادبي ڪانفرنس، يادگار ڪانفرنس هئي، جنهن ۾ پنجويهه کن اديبن ۽ مفڪرن مقالا پڙهيا. تقريرون ڪيون ۽ سو ڪان مٿي اديبن شرڪت ڪئي. ان ڪانسواءِ هن ڪانفرنس جي صدارت مرحوم پروفيسر اڪرم انصاري صاحب جن ڪئي. هن ڪانفرنس ۾ جن عالمن مفڪرن ۽ اديبن شرڪت ڪئي، تن مان نمايان هي آهن:

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، مرحوم اڪرم انصاري، ايچ. ايم. کوجه صاحب، ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي، علي احمد بروهي صاحب، نياز همايوني، ڊاڪٽر غلام رسول بلوچ، پروفيسر مير محمد پيو پروفيسر عبدالرحيم ڏيٽو مولانا غلام مصطفيٰ دادوي، محمد حسين ڪاشف، پروانو ڀٽي، امداد حسيني، معمور يوسفاڻي، پروفيسر عبدالعلي قلباڻي، احسان علي شاهه ۽ ڪافي ٻيا اديب دوست.

هن ڪانفرنس، شاهه لطيف جي عرس جي موقعي تي ٿيندڙ ڪانفرنس ڪي يقيناً نئون موڙ ڏنو ۽ نئين حياتي بخشي، جو هاڻ هر سال ڪانفرنس باقاعدگيءَ سان لائبرري هال ڀٽ ڀنڊال تائين پهتي آهي ۽ ان ۾ گذريل سال ته به سئو کن اديب شريڪ ٿيا ۽ پنجاهه ڪان مٿي مقالا پڙهيا ويا.

1984ع واري ادبي ڪانفرنس جي حوالي سان جيڪي به مقالا گڏ ٿيا، تن مان ڪجهه چونڊي پڙهندڙن جي آڏو پيش ڪجن ٿا. مون لاءِ ته:

سيئي سهاڳڻيون، سيئي ڳچي هار

وارو مامرو آهي، جن وري:

پسڻ ڪارڻ پرين جي، سهسين ڪن سينگار

واري ڪيفيت هيٺ مقالا لکيا ۽ شال پٽ ڏٽي آڏو قبول پون.
منهنجي نظر ۾ تہ سندن اها بہ ڪيفيت آهي تہ:

ڍول تنهن ڍار هيڻاهيون هلن جي.

سيني مقالن ۾ جي نئڙت نياز هو تہ سيني بزرگن ۽ دوستن جنهن نئڙت، نياز ۽ عقيدت سان هي در پيتيو اُهو ساراهہ جوڳو آهي.
'سر ليلا چنيسر' سڄو سارو نئڙت نياز جي علامت آهي. مان سمجهان ٿو تہ هيڏيون آزيون نيزاريون جيڪي هن سر ۾ آهن، سي ڪنهن بہ ٻئي سر ۾ نہ آهن:

تان ڪا وائي وار دلاسي جي داسڙا،
تون منهنجو ولهو آئون تو ۾ طمعدار،
ڍڪي، ڍول! گذار لڄ منهنجي لوڪ ۾

هونئن بہ شاهہ جي سڄي ڪلام جي هيڻاهين، نئڙت ۽ نياز خاص خوبي آهي، پر هن سر ۾ جيڪو درد ۽ نيزاريون آهن، ان لاءِ ليلارام وطن مل لالواڻي پنهنجي ڪتاب ۾ 'سر ليلا چنيسر لاءِ لکي ٿو تہ:

This is one of the most pathetic and sub lime Surs of our poet.

هئڙي دلدائڪ داستان جي انت ۾ ليلا لاءِ چئي ٿو:

She tore off the cover rom her face, disclosed herself to Chanesar, fell down at his feet and breathed her last.

ليلا لڇ م ايترو اتي اڱڻ سور،
ابو ڏاڏو گهور، پاڻ سوڌو پرين تان.

انهيءَ ملهائتي سر جي وڏيڪ اپٽار بزرگن، دوستن ۽ محققن هن ننڍڙي ڪتاب ۾ وس آهر ڪئي آهي ۽ انهي کي گڏ ڪري، ٿاهي سنواري آڻڻ جي جرات ڪئي اٿم. جيڪا سوغات شل پٽ ڏٽيءَ آڏو قبول پوي نہ تہ آهي تہ حقيقيت هيءَ:

ڪوڙين تنهنجيون ڪاٺيون تون ڪوڙين سنڌو ڪانڌ،
مون کي ڇڏ م داسڙا، ته وڃان نه وٺواند،
مون ٻڇيءَ ۾ پاند، تو ڇنيسر هٿ ۾.

آخر ۾ ذڪر انهي ڪاميٽيءَ جو جنهن تحقيق ۾ ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪرڻ جي ڏس ۾ وک اڳيري ڪنئي آهي ۽ ڪئين ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا آهن ۽ هن ميلي جي موقعي تي ٿي پنج ڪتاب پڌرا ڪري رهي آهي. سچ ته جس لهڻي ڪاميٽي جو چيئرمئن علي محمد شيخ (ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن) جنهن تحقيق ۽ ترويج جي سلسلي ۾ هڪ پروگرام هيٺ ڀٽ شاهه ڪلچر ڪاميٽي کي پنهنجي اصلي ڏڳ لائي سرخرو ڪيو آهي.

هن موقعي تي ڪلچر ڪاميٽي جي سيڪريٽري محترم دوست حميد آخوند جي ڪوشش کي جيترو به ساراهيو وڃي اهو ٿورو آهي، جو رسالي ۽ ٻين تحقيقي ڪتابن جي ڇپائڻ جي سلسلي ۾ اهم ڪيو آهي. موڪلاڻي ڪانهي، اول خير. 1985ع واري عرس جي موقعي تي 'سر سارنگ' جي حوالي سان پڙهيل مقالا ۽ تقريرون گڏ ڪري جلد اوهان آڏو پيش ڪبيون. رڳو اوهان جي سڪ ڀري يادگيري هجي ۽ دعا ڪجي.

سُر ليلا چنيسر بابت شاهه عبداللطيف ڀٽائي ادبي ڪانفرنس
۾ پڙهيل مقالن واري ڪتاب جو مهاڳ - سال 1985ع



# سُر ليلا چنيسر مان ڪجهه چوند بيت

(1)

داغُ تُنهِنجو دائِما، ماري مَعذُورين؛
سائينءَ ڪارَڻِ سُپرين! وَجِجِ مَ ڏُورين؛
آءٌ تو حُضُورين، مَٽِيو وِجهان مَجَ ۾.

(2)

مَٽِيو وِجهان مَجَ ۾، هائِيءَ هٽِي هارُ؛
سوِيِي! سُکُ سيَدُ چئي، ڪَرِئين ڪوهُ قَرارُ؟
راجا رِيساٽو گهٽو سَتاٽو سردارُ؛
چوَڏِسِ چَنيسَرَ جامَ جو، ڏيهان ڏيهِ ڌڪارُ؛
ٺاڪُرُ اکِيين ٺارُ، مَٽِئي تي ٿِي مَتِئين!

(3)

چَنيسَرُ چوَرَنگُ، بِرَنگو لوڪُ بِيو؛
تنهن سين چِنِيو سَنگُ، وَجِيو هارَ هَٿُ ڇُهِين!

(4)

مَٽِئي تي موهِجِي، مُوڙهِي ڪَيُءِ مَرڪُ؛
چئِي چَنيسَرَ جامَ سين، وِڏو تو فَرَقُ؛
وَرِي ويو وَرَقُ، آيُءِ ڏَنءُ ڏُهاڳَ جو.

(5)

مَٽِئي مَتي جي هُئا، تِن چِتَنِ ڦيرِيُمِ چِتُ؛
هارُ ڪَتَندِيَسِ هوڏَ ۾، نيبَهُ ٿيندُمِ نِتُ؛
ڪوُنرُوءَ جو ڪِرِتُ، مُونهان مَتاهُون ٿِيو



# جي تند برابر توريان

شاهہ صاحب جي محقق محمد حسين ڪاشف جي ڪتاب 'ڪنڌيءَ ڪونئر ٽڙن' تي لکيل هڪ يادگار منفرد مهاڳ

سو سرن پائي، جي تند برابر توريان،
اُتل اوڏاهين ٿئي، جيڏانهن ٻيجل ٻُرائي.

سهڻي لطيفؒ جو هي بيت سنڌ جي انهي تاريخ ڪي ورجائي ٿو جنهن ۾ آدرش جا انبار آهن. سنڌ جو جهريل سنڌُ سنڌُ ٻيجل جو آواز ٻڌجي هر دؤر ۾ گونجيو آهي. تاريخ جا اهي باب منهن جي نظر ۾ وڏيڪ روشن ۽ اهڃاڻن وارا ٿين ٿا، جن ۾ ظلم ۽ استبداد جي زوراور طاقت راهن کي تاريڪ ڪرڻ لاءِ زور لائي ٿي. خاص طرح سنڌ جي تاريخ جو اهو دؤر جيڪو 900 هجري کان شروع ٿيو جنهن ۾ ارغون حڪمرانن جي مغل حڪمرانن سان سازباز ٿي. تاريخ وڏيڪ اهو ٻڌائي ٿي تہ ڏهين صدي هجري ۾ ڏاڍ ۽ ڏمر جنهن نموني ۾ سنڌ کي غلامي جي زنجيرن ۾ جڪڙيو جو اڄ تائين سنڌ جو ماڻهو پاڻ کي تاريخ جي آئيني ۾ ڏسي ٿو تہ ڏکي وڃي ٿو ۽ سندس ذهن ۾ غلامي واري پيڙا جو شديد احساس جاڳي اُٿي ٿو.

هونئن بہ قومن جي لاءِ ذهني اوسر وڏي اهم ڳالهہ آهي. قومون ان وقت ذهني مونجهاري ۾ مبتلا ٿي وڃن ٿيون جڏهن مٿن هڪ غلامي ۽ عذاب واري زندگي مڙهي وڃي ٿي. سنڌ جو ارغون، ترخانن وارو دؤر هجي يا پورچوگيز گهراڻي نٿي کي باهہ ڏيارڻ وارو دور هجي. ان جو اثر سنڌ جي ماڻهن جي ذهن ۽ فڪر تي پوندو رهيو ۽ هو ڪڏهين بہ پاڻ کي انهي دٻاءَ، رنج ۽ ڏنجهي کان ڇڏائي نہ سگهيا آهن. سنڌ جي

مستقبل تي جڏهين جڏهين بہ ڪارا ڪڪر ڇانئبا رهيا آهن. سنڌ پنهنجي ڪُک مان اهڙا منصور، شاهہ عنايت، بلاول ۽ دودا ڄڻيندي رهي آهي، جن هميشه سنڌ جو مان مٿاهون رکيو آهي، ان سان گڏ سنڌ اهڙيون شخصيتون بہ پيدا ڪندي رهي آهي جن سنڌ جي هوائن ۽ فضائن ۾ اهڙا بيت، اهڙيون ڪافيون، اهڙيون وايون ڦهلايون جو تاريخ جي ورقن ۾ هڪ نئين باب جو اضافو ٿيو يعني سنڌ جي صوفي شاعرن جو سنڌ جي بقاءُ جي جنگ ۾ حصو. سنڌ جي صوفي شاعر سنڌ جي ماڻهوءَ جي اندر کي ڇهي جيڪو ڪلام چيا ۽ ڳايا تن سنڌ کي هڪ نئون فڪر بخشيو.

سنڌ جي تاريخ ۾ بهادرن، دليرن، سچارن ۽ سرويچن جي باب سان گڏ جيڪو باب هو تنهن ادبي تاريخ کي بنهہ اهڙو موڙ ڏنو جو ”اڄ جو شاعر بہ اهائي جهونگار ڪري ٿو جيڪا لطيف ڪئي، سچل ڪئي، خليفي قاسم ڪئي يا وري بلها شاهہ ۽ خواجہ فريد ڪئي. انهي نئين فڪر جنهن جو لاڳاپو جيئن تہ ان وقت جي تاريخي ۽ سماجي تبديلين سان آهي. هڪ اهڙو ذهني انقلاب آندو جو لطيفؒ جي حيثيت جيڪا هڪ شاعر سان گڏ ولي ۽ درويش واري پڻ هئي. اها اُنهي ”پد“ تي وڃي پهتي جو لطيف کي هڪ ”مفڪر“ ۽ هڪ ”رهبر“ جي رنگ ۾ سنڌ سڃاڻڻ لڳي: جيئن جيئن وقت ۽ حالتن ۾ اها تاريخي ۽ سماجي تبديلي آئي تہ لطيفؒ جي انهي رخ جي ضرورت وڌيڪ محسوس ٿي جنهن سان ماڻهن جي ذهن ۽ فڪر ۾ انقلاب آيو. لطيف بحيثيت هڪ شاعر ۽ مبلغ جي ذهنن کي سجاڳ رکندو پئي آيو. ان لاءِ ضرورت ان ڳالهہ جي پيي رهي تہ سجاڳ قومن جيان پنهنجي عظيم ۽ ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ ور ورُ پڙهجي، جهونگارجي ۽ پروڙجي: ان لاءِ ان جي دائمي اثر کي اپارجي. لطيف جو اثر جيترو سنڌ جي ماڻهن تي آهي، ايترو ٻئي ڪنهن شاعر جو نہ آهي. ان لاءِ لطيف کي بحيثيت هڪ شاعر جي تمام گهڻو پرکيو پروڙيو پئي ويو آهي، خاص طرح ان جي انهن رخن کي گهڻو اپاريو ويو آهي، جن جو تعلق اسان جي جذبن ۽ احساس جي اظهار سان آهي.

بقول "ٽي-ايس-ايليٽ" جي تہ "هر قوم کي لازمي طور تي پنهنجي شاعري هوندي آهي". لطيف جي شاعري اسان جي پنهنجي شاعري آهي". جيڪا ڪڏهن ويراڳين جا ڏس ڏئي ٿي.

واڄٽ ويراڳين جا مون وٽ وڏو مال

ڪڏهن سسئي ٻڌجي پڪاري ٿو:

وڃيل ٿي وايون ڪري، ڪنل ڪوڪاري

يا وري ڪونج جيان آلاپ ٿو ڪري:

اُتر ڏي آلاپ، ڪالهانڪون ڪونج ڪري

ڪينجهر ڪناري آهي تہ چئي ٿو تہ:

هيٺ جر مٿي ميرَ، ڪنڌيءَ ڪنور ٽڙن

ڪاڪ ڪناري آهي تہ وري چئي ٿو:

آڪون، ڍاڪون، سرڪنڊ شاخون ڇٽ ڇوڪا چندن ڪونر.

جڏهن ٻيجل ٻڌجي ٿو تہ ساري سنڌ ساڻس آهي:

وڍ ٿي سرهو مَرڪي آءُ مَر ڳاءُ

لطيف جي نظر جنهن تي بہ پئي جڙ تہ سون ٿي ويو. تنهن ڪري لطيف سنڌ کي سون ڀانئي هر طرح ڳايو آهي ۽ سنڌ سندس هر پنڌ ۽ وک، وک کي جانچي ۽ پرکي نقاد جي حيثيت ۾ تہ پُرعقيدتمند جي حيثيت ۾ سندس هر خوبيءَ کي بيان ڪيو آهي ۽ اُپٽار بہ ڪئي آهي. ان لاءِ سنڌ جي مفڪر محقق هر طرح پاڻ ارپي ڇڏيو آهي ۽ جنهن جي بہ لطيف شناسي سان دلچسپي آهي، اهو لطيف جي رنگ ۾ رنڱجي اڳتي وڌيو آهي ۽ وڌندو رهي ٿو.

لطيف شناسي جي سلسلي ۾ ڪيترن ئي پانڌيئڙن پي پنڌ ڪيا آهن. لطيف جن بہ شخصن کي تمام گهڻو موهيو انهن مان ڪن لطيف جا رسالا ترتيب ڏنا. ڪن ڪتاب لکيا. ڪن مضمون لکيا ۽ سندن اکر اَکر اگهايل آهي. چاڪاڻ تہ اهو پنڌ اوترو ئي اٽانگو آهي، جيترو

لطيف سسئي ۽ ويراڳين جيان جبل جهاڳيا، برپٽ، بيابان لتاڙيا ۽ اٽانگن هنڌن تي پهچي ڳوڙهي تپسيا جي گهرجن کي پورو ڪيو. جيڪي اصل ۾ سندس اندر مان اُڻندڙ ۽ اپرندڙ هيون. انهي تپسيا جي ڪري لطيف جي شاعري ۽ فڪر ڪئين گهڻ پاساوان موضوع ڏنا.

لطيف جي فڪر تي پهچڻ لاءِ مفڪرن ۽ ليکڪن سندس سوانح عمري، سندس مذهب، شعر ۽ شاعري، سير سفر، ٻولي ۽ ان جي صرفي ۽ نحوي بناوتن وغيره کي موضوع بنايو پر جيئن جيئن ڄاڻ جي پکي پر پکيڙيا ۽ وڌيڪ اڀياس ڪيو ويو ته لطيف جي حسن خيالي، حسن معاني ۽ سندس تصوف جي طريقي کي کولي بيان ڪيو ويو. شاهه جي شعر کي عام زندگي سان لاڳاپيو ويو. تنهن ڪري جمالياتي قدرن جا ڪئين گوهر هٿ آيا. لطيف کي آهستي، آهستي روحاني رازن، اندروني معنائن جي روايتي انداز مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. شاهه جي سوانح ۽ سير سفر تي لکيل ڪتاب جهڙوڪ: "لطائف لطيفي"، "مقدمه لطيفي"، "لطيفي سير"، وغيره کان پوءِ آهستي آهستي، جديد فڪر سان لاڳاپيل ڪئين ڪتاب آيا جن ۾ "پيغام لطيف"، "انڌا اونڌا ويڄ" "شاهه جي شاعري" آهن.

اسان جي بنيادي محققن "ڊاڪٽر گربخشاني"، "علامه آءِ. آءِ. قاضي"، "ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ"، "ڪلياڻ آڏواڻي"، "پيرومل آڏواڻي"، "غلام محمد شهواڻي" ۽ ٻين اها راهه هموار ڪئي ته شاهه سائين جي ڪلام ۾ صرف ظاهر ۽ باطن، حقيقتن ۽ روحاني رازن کي هر وقت ڳولڻ مناسب ناهي، ڇاڪاڻ ته مفڪرن ۽ ليکڪن جي جاکوڙ ثابت ڪيو ته شاهه جي چوڌاري هڪ ادبي توڙي ذهني ماحول هو جنهن جي اثر هيٺ شاهه سيني ادبي لاڙن ۽ اثرن کي قبول ته ڪيو پر اڳتي هلي پنهنجو نئون ۽ انوکو پنڌ پيچرو گهڙيو.

شاهه جي باري ۾ نئين فڪر ۽ نئين سر ڳولا، نوان مفڪر ۽ ليکڪ ميدان ۾ آندا. جن شاهه کي حياتي جي موجوده رخن ۽ لاڙن سان هم آهنگ ڪيو انهن ۾ مون وٽ ڪئين نالا آهن. جن مضمون لکيا آهن ۽ مون سان لطيف جي ميڙي ويل پڻ ملندا رهندا آهن پر جن "شاهه کي جديد فڪر جي علامت بڻائي، اسان تائين حق ۽ سچ، اسان جي تهذيب،

ثقافتي ۽ سماجي ڳانڍاپي جو قدرن وارو پريل پيالو پهچايو آهي، تن ۾ "تنوير عباسي"، "رشيد ڀٽي (مرحوم)" ۽ "محمد حسين ڪاشف" منهنجي ذهن تي وڏيڪ اڪريل آهي. ٽي سگهي ٿو ته ان جو سبب ساڻن گڏ رهڻ ۽ کين وڏيڪ پڙهڻ هجي، پر زندگي جو وڏو عرصو هم خيال ٽي گذارڻ معنيٰ هڪ ٻئي جي خيال کي ڇهي، پرکي پروڙي نياڻو آهي. ان پرک ۽ پروڙ ۾ وڏو وقت صرف ٿيو آهي ۽ ذري گهٽ ڄڻ هڪ ٻئي کي رت ڏنو اٿئون. شاهه جي ذڪر وارو رت جيڪڏهن هڪ ٻئي جي رڳن ۾ آهي ته ان کان وڌ ڀيو ڪوبه وڌ ڳانڍاپو يا وڏو مقام ٽي نٿو سگهي. جديد قدرن جي انهن علمبردارن سان گڏ گهاريو اٿم ۽ ڪجهه پروڙيو اٿم. ان پروڙ جي آڌار تي وينو آهيان محمد حسين ڪاشف جي ڪتاب "ڪنڌيءَ ڪونئر ٽڙن" تي هيءَ ٻه اکر لکڻ. مون شاهه سائين جي ميلي جي موقعي تي ليکڪ پانڌيئڙن سان گهڻو وقت گذاريو آهي. ڪنهن جا نالا ڳڻايان، سيني سان دلڙي اٿم ۽ هنن سيني مانُ ٻئي ڏنو آهي. "محمد حسين ڪاشف" جي لاڳيتي شاهه ۽ سندس فڪر جي گهرائي ۽ گيرائي مون کي تمام گهڻو موهيو. شايد ان ڪري جو هو مون وانگر موهه جو ماريل آهي. خاص طرح لطيف جي موهه ۾ ورتل هيءُ دوست هڪ استاد آهي ۽ سندس اکر، اکر مون کي هڪ مبلغ جو اکر ٽي لڳندو آهي. مون کيس پڙهائيندي ڪونه ڏٺو آهي، پر لطيف تي ڪٿين مضمون پڙهيم ته لطيف اجان به سولو لڳم. لطيف جي ٻولي، ڪٿي ڪٿي ڏُکي هوندي به ڏاڍي سولي لڳم. "ڪاشف" جي اکر، اکر جي بيهڪ لطيف جي استعمال ڪيل ٻوليءَ جي بيهڪ ۽ بناوت پٽاندر آهي. مون وٽ ته جڏهن به اچي، لطيف نئين سر پڙهايو وڃيم. هڪ دفعو آيو ته ڄڻ اڃهو مارئي جي ملڪ مان مارئي کي پسيو پيو اچي ۽ بنهه ڪٿي سندس صورت چٽي ڪري بيهاريائين پهريون بيت "ميئين شاهه عنات" جو پڙهيائين.

سن ڏيو سر جهوپڙين اُيي جوهي جوءِ،
وڃون پسي وياسيون، جا سونهن سنڌياءِ، هوءِ،
آرهس پسيو اتهين پتنگ سيڪو پوءِ،
جڏهن مارئي مٿو ڌوئي، تڏهن سورج سونهن جهڪي ٿئي.

پوءِ لطيف جو هي بيت پڙهيائين:

اُپريو آس ڪري، ساٽيھ مٿان سج،
پکي منجهہ پدمڻي، ڏي وراڪا وج،
جهڙي صورت سج، تهڙي مورت مارئي.

شاهہ سائين جنهن حسن ۽ جمال جو ذڪر ڪيو آهي، اهو اڻ ڏٺي بہ اکين آڏو اچيو بيهي. ائين صحيح لڳمر تہ شاهہ صاحب هيءُ حسن بياني پسڻ کان سواءِ نہ ڪئي آهي ۽ هو حسن جي هر ڄر کان آگاهہ آهي. ”ڪاشف“ سندس هر رخ کي پرکي پيو بيت ڏيندو هو. هيل آيو تہ هيءَ سوڪڙي کڻي آيو جنهن هٽي منهنجو من جهوري وڌو. تصور جي دنيا ۾ مارئي جي سوپيا سان گڏ هن جي جيءُ کي جنجيرن ۾ جڪڙيل ۽ ڏرتيءَ سان نينهن جي ناوڪ کي اٽڪيل ڏٺم تہ من سجو وياڪل ٿي ويو تہ ستي ڪٽيءَ جي وٽين جي ڪسي وڃڻ جي باوجود مارن سان محبت جي ميخ کي ماٺو نہ ڪيو.

سبي سيباڏي پوري نينهن نہ ڪڇيو،
ڪٽيءَ ونيون ڪٽيون، ستي سيوي سي،
ميڇڻ چُونمر ڪي، لڄائي ٿر جايون.

نيٺ هڪ ڏينهن پري ٻڌي کڻي آيو چي هن ڪتاب تي بہ اکر لکو. ٻن اکرن ۾ ڳالهہ کٽي ها تہ کڻي کڻايونس ها پر شاهہ سائين تي لکيل هيءُ سمجهہ ۽ سجهہ پريا نڪتا بنهہ چت ۾ چاهت وارو پيچ پائي وراڪو ڏيو ڪي مهينا تہ ويهي رهيا. دونهي دکي پئي، ڪير ٻاڦ ٻاهر ڪيي ”ڪاشف“ جڏهين لچيو ۽ ڦٽڪيو تہ قياس آيمر پر اسان جو من آ ويراڳي جڏهين قابو ۾ اچي. ”ڪاشف“ کي پڙهڻ سولو آهي، پر ”ڪاشف“ لطيف تي لکيو آهي، ۽ ان جي فڪر تي لکڻ مون جهڙي پانڌيئڙي لاءِ سولو نہ آهي. مان ”ڪاشف“ سان سندس لکيل گذارش کان وٺي سيني مضمونن جي خيال فڪر ان جي پهچ سان سهمت آهيان. سندس هي پهچ اسان سيني جي پهچ آهي. تہ:

”لطيف کي وقت، حالات، انساني فڪر جي اوسر سماجي معروضات ۽ عالمي علمي سطح جي ماڻن ۽ ماپن جي روپ ۾ پيش ڪيو وڃي“.

"سندس هيءُ خيال ئي شايد هن سڄي ڪتاب "ڪنڊيءَ ڪونئر نڙن" جو سبب بڻيو آهي."

دنيا جي اندر هيڏي نظرياتي اُٿل پٿل ۽ فڪري واڌاري بعد به اسان جو صاحب قلم اڃا تائين انهي روايتي گس تي گامزن آهي. جيڪو نئين دؤر جي تقاضائن ۽ ان جي تاريخي ۽ سماجي معروضات جي ساٿ ڏيڻ کان قاصر آهي.

"تنوير عباسي" پڻ سندس هم خيال آهي:

"شيڪسپيئر، خيام يا غالب کي جهڙي طرح گذريل صدي ۾ پرکيو ۽ سمجهيو ويندو هو انهن شاعرن کي اڄ ان کان مختلف نموني ۾ پرکيو ۽ سمجهيو وڃي ٿو ڇو ته شعر کي پرکڻ ۽ ان جي ماڻڻ جا نوان طريقا ايجاد ٿي ويا آهن.

جي اسان انهن نون طريقن کان اکيون پوريون ته شاهه لطيف جي ڪيترين ئي خوبين کان بي خبر رهجي وينداسين ۽ سندس شعر کي چڱي طرح ماڻي نه سگهنداسين".

"ڪاشف" شاهه جي خوبين کان اسان کي باخبر رکيو آهي ۽ سندس شعر کي چڱي طرح نه رڳو پاڻ ماڻيو آهي. پر اسان آڏو سندس ڪلام پنهنجي ماضي ۽ حال جي احوال سان کڻي آيو آهي. هو سسئي جي بيت جي اپٽار هيئن ڪري ٿو:

تاريخي حقيقتن موجب لطيف جي وقت ۾ ملڪ هڪ ڇوواٽي تي بيٺل هو ۽ وڏي مانڊاڻ مان گذري رهيو هو. مغلن جي راڄڌاڻي هيٺ مٿي ٿي رهي هئي. مغل سردارن جي صوبيداري ۾ سنڌ سان جيڪا عقوبت پئي ٿي انهن هتان جي ماڻهو جا ڪنڊا ڪڍي ڇڏيا. ڪلهوڙا سنڌ جي آزاديءَ کي پنهنجي پيرن تي بيهارڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهيا هئا. نادر شاهه ۽ ابداليءَ جي قيامت خيز چڙهائي هتان جي رهواسيءَ کي ايڏو ته هيسيل ڪري وڌو هو جو ڪنهن کي ڪا سمڪ ۽ سڌ نٿي پئي ته آخر هي ڇا آهي. اهڙي ڏکئي ۽ تڪليف واري دؤر ۾ لطيف پنهنجي شاعري جي شروعات ڪئي. جنهن ۾ عوام جي مڙنئي احساسن کي هن پاڻ ۾ سموهيو ۽ راڳ ۽ سماع جي مجلسن ذريعي ان وقت جي ماڻهوءَ کي

جسماني ۽ روحاني عذاب کان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪيس پنهنجي وجود جو احساس ڏياريندي چيو تہ:

اچا پيئي جئين، سڄڻ ساريو نہ مرين،
وٽيون وہ گاڏڙيون، سي تان تون نہ پئين،
لڳيئي ڪونہ هنيئين، ڪو ڳڻ ٻاروچن جو.
(شاهہ)

"ڪاشف" ان ڳالهہ جو بہ قائل آهي تہ "پنائي گهوٽ جن تاريخي قصن ۽ واقعن مان ڪردار چونڊي ڪنيا آهن. ان جو وڏو ڪارڻ اهو هو تہ ان وقت جي ماڻهوءَ سان سندس من جي معيار ۽ سماجي حالتن سان لاڳاپيل قصن ۽ واقعن مطابق ساڻن ڳالهيون ڪجن. جن ۾ زندگي جو حسن هجي، سڪ سوز ۽ اوسيئڙو هجي، هجر ۽ وصال جون ڳالهيون هجن ان سان گڏ سماجي زور زبردستي، ڏاڍ ڏمر، قيد بند ۽ استحصال، جو اصل روپ پڻ هجي جيئن هو انهن لاهين، چاڙهين مان واقف ٿي نہ رڳو پنهنجا بند آجا ڪري، پر حياتي جو حسن ماڻي سگهي. عشق جي مهميز اهڙي هجيس جو هن لاءِ اصلي نير ڪجهہ بہ نہ هجن".

نو نير ڏهہ ڏانوڻ، پندرهن پيد پياس،
جڏهن سڄڻ ياد پياس، تہ ڇيڪ ڇنائين هيڪڙي

لطيف سائين جو اصل ڏسيل گس ۽ پنڌ اهو ئي آهي، جنهن "ڪاشف" کي سنئين دڳ لائي اهڙا ڪئين مضمون لکرايا آهن. جن نہ رڳو لطيف جي جاکوڙين کي واٽ جي اُپڪ ڏياري آهي پر ان سان گڏ هن سنڌ جي سماجي صورتحال کي پرکي پروڙي ان جي گهرج مطابق ڪئين ڳالهيون لطيف جي حوالي سان ڪيون آهن. جيڪي هنن حالتن کي سمجهڻ ۽ سڌارڻ جي سلسلي ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهن ٿيون. لطيف جي رهبري ۽ اڳواڻي کان مٿي سنڌ کي بيو ڇا گهرجي.

"ڪاشف" معاشرتي ڪلفتن، انفرادي ۽ اجتماعي لاڙن، ان جي اضطراب ۽ بيچيني جي اثرن کي محسوس ڪري ٿو ۽ معاشرتي آرزوئن ۽ امنگن جو اندازو ڪندي چوي ٿو تہ:

اسان کي انهي نڪتي جي آڌار تي پنهنجي وڪر جو جائزو وٺڻ گهرجي ۽ ان جي بنياد تي رهبري حاصل ڪرڻ گهرجي.

اکر چُنتي هيڪڙي، ٻهون جي نہ ٻجهن،
ڪوہ ڪبو ڪي تن، سڄي سٽائي ڳالهڙي
(شاهہ)

"ڪاشف" پنهنجي فڪر ۾ پختو آهي. هو سماجي سياسي ۽ اقتصادي مونجهاري کي محسوس ڪري شاهہ سائين وٽ پيرين پنڌ وڃي ٿو ۽ ڪانئس ڪجهہ پڇي سڄو سارو ڪشتو اسان آڏو رکي ٿو ۽ چوي ٿو تہ ڪجهہ سوچيو ۽ سمجهو.

لطيف جي اصل فڪر ۽ عمل لاءِ ڏسيل ڏاهپ وارن نڪتن کي عوام تائين پهچائڻ ۾ "ڪاشف" جهڙن پارکو ۽ گهڙي نظر رکندڙ ليکڪن سنڌ سان ڪئين پير پريا آهن. "ڪاشف" هڪ نئين پر مثبت پهچ رکي ڪئين مضمون لکيا آهن. هن ڪتاب "ڪنڌي ڪونئرٽڙن" ۾ هن تمام سوچ ويچار سان اهي مضمون شامل ڪيا آهن. جيڪي لطيف جي فڪر کي ڪنهن نہ ڪنهن نموني ڇهن ٿا. "ڪاشف" هن مجموعي ۾ "شاهہ جي وقت ۾ سياسي ۽ ثقافتي حالتن جي تجزئي سان گڏ موجوده دؤر ۾ "شاهہ لطيف جي اهميت" کي انهي نموني سان محسوس ڪرايو آهي تہ "اسين قومي نقطہ نگاهہ کان لطيف تي ميار نٿا ڏيئي سگهون پر اهي اسين آهيون، جن حقيقتن کان منهن موڙي لطيف جي فلسفي مان ڪا وات نہ ڪڍي آهي"

گهنگهر يا گهڻ چاڻ، سوڙهي مت مهائيين،
ويا گڏجي وير ۾، پيا منهن مهراڻ،
اڳيان پويان تاڻ، ويا ويچارن وسري.
(شاهہ)

"ڪاشف" لطيف جي اڏول ارادي ۽ مضبوط فڪر لاءِ اهو محسوس ٿو ڪرائي تہ زندگي جي ڍانچي کي مڪمل ڪرڻ لاءِ عدل ۽ انصاف جي ماڻن ۽ ماپن جي ضرورت آهي. ۽ ان لاءِ لطيف جي هيءُ ست عملي طرح وڪ اڳتي کڻڻ جو سبق ڏئي ٿي:

## آڏا ٽڪر ٽر متان روهه رتيون ٿئين

"شاهه ۽ اسين"۽ "ويڻي ويڇن وٽ" ۾ لطيف جي اڳتي وڌڻ واري فڪر سان گڏ ويڇن جي هوندي جيءَ جي جڏائي کي نٽو ميچي پر، "اڳئين عادت مٽ ته اگها عاجز نه ٿئين" جو قائل آهي. "ڪاشف" لطيف جي "ڪوڙن آسانگن پنڌان ڪاريم پريںءَ جي" واري خيال کي ظاهر ڪري، اسان کي ڪوڙين تيڪن ۽ سهارن کان آجي رهڻ جي صلاح ڏني آهي. "ڪاشف" لطيف جي ڪلام جي تعبير ۽ تاويل جي سلسلي ۾ فرسوده روايتن کان بغاوت جو پرچارڪ آهي. هو لطيف کي آزاد ذهن جو مالڪ سڏي ٿو. هو هڪ هنڌ چئي ٿو ته:

لطيفؒ انسانيت جي اعليٰ قدرن جو شارح آهي. هو ڪنياءُ ۽ ڪپت کي نندينڌڙ زور ۽ ظالم ڏاڍ ۽ جبر جو مخالف آهي".

لطيف جي انهي رخ کان الڳ لطيف جي جمالياتي رخ کي بيان ڪندي لکي ٿو ته:

"نوري ڪالهه به ڪينجهر کي هندورو ڪري پنهنجي سونهن سان سوڀيا وان ڪيو. اڄ به هن جو حسن تاريخ جي صفحن تي قائم آهي. جيستائين لطيفؒ جو ڪلام هوندو تيستائين حسن جي اها هاڪ قائم ۽ دائم رهندي".

ڪينجهر ۾ باهه ٻري، هيڏي ويل ڪيا،
نڪو ورن وڄ جو، نڪو شمس شعاع،
لٿو پاند مهاءُ، مٿي چڙهندي مڪڙي.
(شاهه)

"ڪاشف" هنن مضمونن وسيلي اهو فرض ادا ڪيو آهي جيڪو هن نسل کي ادا ڪرڻ ڪپندو هو. "ڪاشف" جو لطيف سان عشق آهي، تنهن ڪري سندس ٻولي اها ئي لطيفي لاٽ واري آهي:

"رات اها ڪارونيار جهڙي ڪاري رات جنهن ۾ واهڻن جا ور. اوتا ۽ لڪ. آسا پاسا. گهٽ گهيڙ. ويڙها وٿاڻ. پڪا ۽ پيها آهن. وٽن نه واچون آهن نه وري گهڙيون ۽ گهڙيال پر اهي نڪتن جا هنڌ هن تاري هن هيٺ.

چنڊ جي رفتار رات جا حصا. ڪڪڙن جا دس الارام جو ڪم ڏيندڙ آهن. اجا تائين ٻهراڙي جي زندگي جي اها حالت آهي ۽ هئي".

"شاهہ جي شاعري جو صوفيانہ انداز" ۾ لطيف جي تصوف واري فڪر جي تشريح ٿيل آهي ڇاڪاڻ تہ لطيف جي شاعري جو انداز ۽ اسلوب رنگ ۽ ڍنگ صوفياڻو آهي. "ڪاشف" "نئون نياپو آيو راڻي ملا رات" شاهہ جو چنڊ ۾ حسن جي هٻڪاءُ جلال ۽ جمال کي لطيف جي مٺي ٻوليءَ ۾ بيان ڪيو آهي.

ڪڪوري ڪاڪ وهي، رانان پانءَ م رت،
سوڍا ايءُ شربت، نسروئي نيهن جو.

ان ميدان ۾ هلندي هن پنهنجي مضمون ۾ ابڙي سمي، جي فصي کي واڪاڻيو آهي. ۽ سنڌ جي قومي مزاج ۽ تهذيبي تشخص کي خاص طرح انهن لاءِ سمجهايو آهي، جيڪي سنڌ جي قومي روايتن جي ڪري سنڌ جي ماڻهوءَ جي مزاج کي نٽا سجاڻن ۽ هر ڳالهہ ۾ سندس پهچ کي غلط ۽ ڪيس خطاوار ۽ ڏوهاري سمجهن ٿا. حقيقت ۾ ابڙو سنڌ جي ماڻهوءَ جي مزاج جي سينڌ ۽ سڃاڻپ آهي:"ڪاشف" ابڙي سمي لاءِ لکيو آهي تہ:

"ابڙو سورهيہ سردار هو هن سامون جهليون پنهنجو سر ڏنائين پر سامون نہ ڏنائين، انهي ڪري سنڌ جي اعليٰ سماجي قدرن موجب هو هن جنگ ڪيڏاري جو مانجهي مرد بنيو".

ابڙي سمي جي ڪردار کي لطيف هنن سٽن ۾ سمايو آهي.

ابڙو وڏو وڙو سووڙو سمون سونهن سين،
تنهن در سپ اچن، ڪنڌ نہ ڪڍي ڪچ ڏٽي.
(شاهہ)

"ڪاشف" ليلان چنيسر" ۾ لطيفؒ لاءِ لکي ٿو تہ:

"لطيفؒ جي ڪلام ۾ سڪ ۽ سوز، وندر ۽ ورونهہ ڦوڙائي ۽ ميڙائي، سچائي ۽ سخاوت، قوميت و طعنيت، تصوف ۽ وحدانيت، امن ۽ انسانيت سڪار ۽ سٺائي، عشق ۽ محبت، حسن ۽ ڪمال، جلوي ۽ جمال جو اهو وکر وهايل آهي جيڪو پئي پراڻو نہ ٿيو آهي".

لطيفؒ جي ڪلام جي هيءَ مڪمل ڇاڻ آهي. هي مضمون جڏهن سر "ليلان چنيسر" جي مجموعي لاءِ مون وٽ پهتو ته مون ان ويلي محسوس ڪيو هو ته "ڪاشف" ليلان جي لوچ پوچ، ڪونئر جي ڪيرت، ۽ چنيسر جي چاهت کان چڱي ريت آگاهه آهي. تنهن ڪري هن مضمون کي مون سر فهرست رکيو هو. هُن هن مضمون ۾ لطيف جي ڪلام جي بيتن جي پڙهڻي ۽ سرن ۾ بيتن جو تعداد ۽ لفظن جي صورت تي پڻ بحث ڪيو آهي. هو هڪ هنڌ لکي ٿو ته:

"رسالي جي سرن تي ڪيتري وقت کان هت سيمينار ٿئي ٿو ۽ اهي مقالا ڇپجن ٿا، پر ڪلام جي پڙهڻي، بيتن جي انداز ۽ معنيٰ سان ڪوبه سُر متفق طور تي شايع نه ٿيو آهي. جنهن مان عام ماڻهو، اهلِ علم ۽ اهلِ ذوق کي خبر پوي ۽ اطمينان ٿئي ته جيڪو سر هن سال هو ان تي مڪمل طور ڪم ٿيو آهي ۽ اسان جي ڏاهن ۽ سياڻن ڪلام کي آخري شڪل ڏني آهي".

"سورن ساڻ مَ ڇن" ۾ لطيف جي سورن ماريل ڪردارن جو ذڪر ڪيل آهي. هو لکي ٿو ته:

"لطيفؒ حال جو شاعر آهي. پاڻ انساني جذبن، امنگن ۽ اتساهه کي جيئڻ محسوس ڪيائون ۽ ڏنائون تيئن ئي انهن کي پيش ڪيائون چاڪاڻ ته پاڻ به ڦوڙائي جو ڦٽيل عشق جي تير بي پير جو گهائل ۽ پرين جي پچار ڪندڙ هو. ان ڪري سنگهارن جي ساٿ کي ويرون تار وجود ۾ ووڙيو اٿس، جيئن نيهن جي نهائين جي ڀاڦ ٻاهر نه نڪري، اهي سور جيڪي سنجريا، ساماڻيا ۽ وڏي وڏا ورڻ ٿيا ۽ وڇوڙي جي واءُ ۾ پريت جا پن ڇاڻي انگورجي پيا: پاڻ نهه پهه چيائون:

> ايريا انگور، ستي سپيرين جا،
> ڪايو ڪايو سور، لڇڻو لو ڇئو اُتيان.
>
> (شاهه)

سورن کي لطيف جي ڪردارن، سسئي، مومل، مارئي، ليلان، نوري، موکي، سورٺ ۽ سهڻي جو ساٿي سمجهي "ڪاشف" هي بيت چونڊيو آهي:

لاءِ م پچاران سک م سمھہ جنڊڙاءِ،
ڪر جھوري ڪيئان ڪالھوٽا اڄ گھٽي.
(شاھہ)

”ڪنڌيءَ ڪونئر ٽڙن“ سندس مکيہ مضمون آهي. جنھن ۾ لطيف جي زندگي جي انهي فلسفي سان انهي هم آهنگي تي لکيو آهي تہ:
”زندگي صرف گھاري وڃڻ جو نالو نہ آهي، پر ان جي اصل حقيقت سمجھڻي آهي. حقيقت ۾ زندگي ۾ جي حسن ۽ ساڃھہ جي پروڙ نہ آهي تہ زندگي ڪجھہ بہ نہ آهي. ان لاءِ لطيف سھڻا ۽ اڇا اجرا ڪردار ڪنيا آهن. هر ڪردار کي پنھنجي پوري ماڻ ۽ اندر جي اوجر سان بيان ڪيو آهي، جنھن جو هو حقدار آهي“.

هن ڄام تماچي جي تاريخي پس منظر کان اسان کي آگاھہ ڪيو آهي ۽ ان سان گڏ نوريءَ جي مشھور گيرب ۽ گاءُ ڪيا ۽ ڪانڊ. سھمت ۽ ساڃاھہ کي بيان ڪيو آهي. ان سان گڏ هو نوري کي گندري نٿو سمجھي ۽ جسودڻ جو ذڪر ڪري ٿو ۽ نوري جي اصل نسل لاءِ لطيف جو هيءُ بيت ڏئي ٿو:

جھلي جھبيرين وچ ۾، مرڪيو مھاڻي،
هٿين پيرين آر ڪٽي، منھن نہ مھاڻي،
جيئن سڳو وچ سرنڊڙي، تيئن راڻين ۾ راڻي،
ڏيءَ جسودڻ راءُ جي، ماءُ مروبت راڻي،
سمي سڃاڻي بيڙو بڌس ٻانھن ۾.
(شاھہ)

”ڪاشف“ هن سڄي ڪتاب ۾ تاريخ جي انهي رخ تان پردو ڪنيو آهي جيڪو رخ عام طرح تاريخ جا صفحا سرسري اٿلائيندي گم ٿي ويندو آهي. هن ڄام تماچي ڪردار سان گڏ ڄام جسودڻ جي قصي کي نمايان ڪيو آهي ۽ تاريخي ۽ اقتصادي رخن کي پيش ڪيو آهي. ”ڪراوبڻ ڪنگھار کي“ پڻ سر ڍھر جي تاريخي ڪردارن سان سينگاريو آهي. هو تاريخ جي هر رخ کان آگاھہ آهي. هو ”رگ ويد“ ۽ ”ٻڌ جي واٽي“ کي تاريخ ۽ تھذيب جو (Source) سمجھي ٿو. هو

حڪمت قرآني جي تفسير ۽ تعبير کي ذات جو ڏيو سمجهي تاريخ ۽ تهذيب جو منبع قرار ڏئي ٿو. انهي سان گڏ هو لطيف کي سنڌ جي ذات، ڏاهپ ۽ حڪمت جو علمبردار سمجهي ٿو. جنهن سان سڄي انسان ذات جي تاريخ ساڻ آهي. هو تاريخ جي تهذيبي، روايتي ۽ سماجي رخن کان چڱي طرح آگاهه ٿي اڳتي وڌيو آهي ۽ اڄ لطيفي لات ۽ ذات سان ڏيهه کي ڏاهپ جو ڏس ڏنو آهي. "ڪاشف" چواڻي تہ:

"حڪمت ۽ ڏاهپ هن ڏيهه جو هميشہ ورثو رهي آهي. لطيف سنڌ آهي ۽ سنڌ لطيف آهي".

لڳيم ائين ٿو تہ "ڪاشف" جي هي جاکوڙ اڃا شروعات آهي. جاڪاڻ تہ لطيف جي جنهن رخ تان "ڪاشف پردو کنيو آهي. اهو تمام وڏو پنڌ آهي. تاريخ جو پنڌ، تهذيب جو پنڌ، روايتن جو پنڌ، جاگرافي حدن جو پنڌ، نئين فڪر ۽ نئين نسل جو پنڌ، جنهن کان هو چڱيءَ پر آگاهہ آهي. ڏٺي کيس اڃا سگهہ ڏي تہ هو انهي پنڌ جو پانڌي رهي ۽ هن اٽانگي سفر کي جاري رکي. اسين دعاگو آهيون.

**حميد سنڌي**

5ـ جنوري 1990ع

لطيف آباد حيدرآباد سنڌ

# انوکو اسلوب

## ڪتاب آري اچين شال جو مهاڳ

منهنجو پيارو دوست، حميد سنڌي هوڻ ته سنڌي ادب ۾ ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ پاڻ ملهائي ۽ مڃائي چڪو آهي ۽ سنڌس شمار هن دور جي پهرينءَ صف جي ڪهاڻيڪارن ۾ ٿئي ٿو. هو هڪ ايڊيٽر جي حيثيت ۾ "روح رهاڻ" جي ڪري اڻ وسرندڙ شخصيت آهي. "روح رهاڻ" کي اج تائين هڪ مثالي مخزن ڪري پيش ڪيو ٿو وڃي.

ادبي تحريڪن، سنڌيءَ ٻوليءَ تي آيل اونداهن دؤرن ۾ ٻوليءَ جي بقا ۽ بچاءَ لاءِ هليل تحريڪن ۾ هن "روح رهاڻ" ذريعي اڳواٽيءَ وارو ڪردار ادا ڪيو.

ان ڪان سواءِ هو ڪامياب منتظم ۽ بهترين تعليمي ماهر پڻ آهي. هن جي گهڻ پاسائين شخصيت جا ٻيا به گهڻا پاسا آهن، پر هن ڪتاب ذريعي هو هڪ محقق جي حيثيت ۾ ادبي دنيا ۾ قدم ڌري رهيو آهي.

ادبي دوست عجب ڪائيندا آهن ته هن ڪهاڻيڪار جو لاڙو ان خشڪ موضوع طرف ڪيئن ٿيو؟

سنڌ ۽ ان جي ڪلاسيڪي ادب ۽ ڪلچر سان محبت ته اسان جي دور جي هر ليکڪ کي سُتيءَ ۾ پيل آهي. پر ان کي ٿوريءَ مهميز ڏيڻ جي ضرورت هئي. حميد سنڌي ڀٽ شاهه تي ميلا مڃائي، هر سال ادبي ڪانفرنس جو اهتمام ڪندو رهيو. مان جڏهن ڀٽ شاهه يا حيدرآباد ويندو هيس ته لطيف ۽ سچل تي ساڻس ڳالهه ٻولهه ٿيندي هئي. ڀٽ تي محققن جا مقالا ٻڌندي، ۽ انهن کي ترتيب ڏيندي، سنڌس لاڙو ڪلاسيڪي شاعرن تي تحقيق ڏانهن ٿيندو ويو. هڪ دفعي مون موقعو تاڙي، حميد کي چيو "حميد سچل تي ايندين؟" ۽ هن

يڪدم "ها" ڪئي ۽ ان کان پوءِ هو هر سال سچل تي ايندو رهيو ۽ مقالا پڙهندو رهيو تان جو سال 1992ع ۾ پڙهيل مقالي "آري اچين شال" تي سچل يادگار ڪاميٽيءَ کيس بهترين مقالي جو ايوارڊ ڏنو.

سچل اهڙو چقمق آهي جو جنهن کي پڪڙي، انهي کي سڄيءَ عمر لاءِ جڪڙي ڇڏي. اهو ئي حال قاضي علي اڪبر درازيءَ جو ٿيو. اهو ئي حال عطا محمد حاميءَ جو ٿيو اهو ئي هال هادي بخش لاڙڪ جو ٿيو اهو ئي هال منهنجو ۽ محمد علي حداد جو ٿيو آهي، ۽ هاڻي انهي يوسف جي خريدارن ۾ اسان جو يار حميد سنڌي به شامل ٿيو آهي. مان هن کي "عشق مبارڪ" تو ڏيان. جيڪا تاجپوشيءَ جو موقعي تي سچل جا عقيدتمند هڪ ٻئي کي ڏيندا آهن.

حميد، سچل تي ٿيندڙ ادبي محفل کي هڪ نئين اسلوب ۽ نئين روش سان واقف ڪرايو آهي. هو بنيادي طرح ڪهاڻيڪار آهي. ان ڪري هن پنهنجي مقالن ۾ پنهنجي ڪهاڻيڪاريءَ جي فن کي ڀرپور طرح سان ڪتب آندو آهي. هن جا مقالا تحقيقي به آهن، ته تاثراتي پڻ. هن جي ٻولي، اسلوب ۽ روش- خشڪ مقالي نگاريءَ يا تحقيق واري نه آهي، پر ان ۾ جذبن ۽ احساسن جي اپٽار پڻ آهي. ان ۾ ڪهاڻيءَ وانگر چوٽ (Climax) جو تاثر پڻ ملي ٿو. ان ڪري ئي جڏهن ڪانفرنس ۾ خشڪ تحقيق، ٻڌندڙن کي ٿڪائي ڇڏيندي آهي، ته حميد جا هي مقالا، جيڪي تحقيقي ۽ تاثر، ٻنهي جي وچ تي آهن، ٻڌندڙن ۾ نئين دلچسپي پيدا ڪندا آهن.

حميد سنڌيءَ جي اڳواڻيءَ ۾، سچل چيئر جي اڏام جو رخ آسمان طرف ٿيو آهي. اسان حميد سنڌيءَ جا سچل سائينءَ تي لکيل ۽ ٽڙيل پکڙيل مقالا، گڏ ڪري هڪ هنڌ شايع ڪري خوشي ۽ فخر محسوس ڪريون ٿا ۽ سچل سائين جي فن ۽ فڪر تي لکيل هڪ انوکي اسلوب کي عام آڏو پيش ڪريون ٿا.

مان محمد علي حداد جو ٿورائتو آهيان، جنهن هنن مقالن کي هٿ ڪري ترتيب ڏني ۽ اياز گل جو به ٿورائتو آهيان، جنهن انهن کي سهڻيءَ سٽا سان ڇپرايو.

**تنوير عباسي**

سرمد جو گهر خيرپور
13- مارچ 1993ع

# الستي آواز

سر سانداڻ ڪري، پڇج گهر لهار جو
ڏڪن هيٺ ڏري مان، گڏينئي رُڪ سين.
(شاهہ)

لطيف سائين پهريائين مَن اندر پيهي مون کي "جوڳي جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾" وانگر اندر ٻاهر جي ڪيفيت کان آگاهہ ڪيو ۽ ننڊي هوندي کان سر سانداڻ ڪيو لهارن جي گهرن جي پڇا ڪندو وتندو هوس تہ مَن کو ڏڪن هيٺ ڏري. خبر اها پيم تہ ڳولا ئي آهي جيڪا انسان کي رُڪ ٻڻائي سگهي ٿي. منهنجي ڳولا اها ئي هئي تہ اصل حقيقت جي خبر پويم. آخر هيءَ سڀ ڪجهہ جيڪي منجهہ جهان آهي اُهو ڪيئن ۽ ڇو آهي. اسين ڇا آهيون ۽ ڇو آهيون. جڏهن ڏٺم تہ حق، حقيقت جي ڳولا جو سلسلو نبين، پيغمبرن، مفڪرن، شاعرن جي سلسلي سان ڳنڍيل آهي، تہ رخ اهو ئي رهيو. لطيف سائين منهنجو رهبر رهيو پر جڏهن چيائين تہ:

حقيت هن حال جي، ظاهر ڪريان ذري،
لڳي ماٺ مروئن کي، ڏونگر پون ڏري،
وڃن وڻ ٻري، اويڙ ايري ڪينڪي.
(شاهہ)

مون جهڙو اڻ ڄاڻ ماڻهو تہ ماٺ ٿي ويو. پر جڏهن اهو پڙهيم:

ڏکي ذک وسار، سيج ڦٽي ڪر سسئي،
پٽين پير نهار، تہ آرياڻي اُتان لهين.
(شاهہ)

مون اُها ئي راهه ورتي ۽ حياتي جو جبل ائين ئي جهاڳيو. سڀ ڪجهه ڇڏي نبين، پيغمبرن، مفڪرن شاعرن جي قدمن جي نشانن کي ڏسندو، ماڻهن جي ميڙن مان لنگهندو، انهن جون ڪهاڻيون ڪهندو اچي صوفين سان وينو آهيان:

ڪنين ماضي من ۾، ڪنين استقبال،
سچ پروڙيو صوفئين، جنين هٿ ۾ حال.
(سچل)

سچ ۽ حق جي ڳولا ۾ اچي سچل وٽ پهتو آهيان. جنهن بنهه مست ڪيو اٿم:

جوڳيا ويس ڍڪي، لاٿم سڀ لباس،
پٽ پٽيهر بافتا نپٽ ڪيم ناس،
ڪيو نينهن نراس، دنيا جي درد کان.

جيئن ئي سچل جي ملڪ آيس، سچل ائين جڪڙي ويو اٿم جو سڀ ٿانءُ ڀڃي پورا ڪيا اٿم ۽ سچ حق لاءِ جنگ جاري رکي اٿم. هاڻي مون لاءِ ٻه ڳالهيون ڪرڻ ناممڪن ٿي پيون آهن:

اندر ڪارو ڪانءُ، ٻاهر ٻولي هنج جي،
اهڙو ٺلهو ٿانءُ، ڀڃي چو نه ڀورا ڪرين.

هونئن به سچل چواڻي "سچو سچيءَ ڳالهه ۾ ڪهڙو ڪيم گناهه".
اڄ لطيف کان سچل تائين سفر سڦرو ٿيو پانيان. هڪ عشق واري ڪيفيت آهي. وڏيڪ ڪچڻ جي طاقت نه اٿم:

عشق ٿي انسان آيو سيلاني سپرين،
صورت ۾ آدم جي، آدم دم مهان،
سچو تون سلطان، ستگر سچ سڻايو.

سچل سائين کي جيئن پڙهيم، ٻڌم الائي ڪيتريون واٽون لتاڙيم ۽ الائي ڪيترا جام سچ حق جا پياريائين:

جنهن دل پيتا عشق دا جام،
سا دل مستئون مست مدام.

سچل من ۾ وهي ۽ باق باهر نہ نڪري سا اڻ ٿيٽي آهي. ٿوري وقت ۾ جيڪي ڪجهہ محسوس ڪيو اٿم. سچل سان جيڪو پيچ اڙيو اٿم، اڄ هن ڪتابڙي جي صورت ۾ آهي.

هيءُ سڀ ڪجهہ جيڪي ڪجهہ لکيو اٿم، اُهو ڪو وڏو تحقيقي ڪارنامو نہ آهي. پر جيڪي ڪجهہ سچل سائين معرفت هن مهل تائين جهولي ۾ پيو اٿم، سو پيش ڪيو اٿم. غلطيون سلطيون گهڻيون هونديون پر هن سچل چواڻي تي ڏڍ مليو اٿم.

ڏوهن سچوءَ جن ڏي نہ ڏسو،
هت ٿا سنڌؤ سڌايون.

اِرادو اهو هو تہ لطيف سائين لاءِ لکيل ڪي مضمون ۽ ديباچا، سچل سائين جا هيءُ مضمون گڏجي ڇپجن. پر دوست تنوير چواڻي تہ سچل جي ويجهو جيڪو ويو اُهو جڪڙجيو وڃي. سچل جي نگري ۾ آئي ڪجهہ ڏينهن ٿيا ۽ هيءُ مواد گڏ ٿيو تہ دوستن جي صلاح بيٺي تہ هيءَ باق باهر نڪري تہ چڱو.

آءٌ ٿورائتو آهيان دوست ۽ منهنجي ساٿي تنوير جو جنهن مون جهڙي هڪ ڪهاڻيڪار ماڻهوءَ کي هن ميدان ۾ رنڊا روڙڻ لاءِ وقت بوقت نہ رُڳو همٿايو پر رهبري پڻ ڪئي. سچل چيئر سان لاڳاپو پڻ ڏاڍو ڪم آيو. ساٿي محمد علي حداد هر گهڙي هر ويل ڍير ڪتاب ڪڍيو بيٺو هجي ۽ پيو هرڪائيم. سندس انهن قربائتين گهڙين لاءِ ٿورائتو آهيان.

هن ويل مان هڪ ٻن رهبرن جو ذڪر ڪندس، جن مون کي لطيف سائين ۽ سچل سائين واري پنڌ جو پانڌيئڙو ڪيو. هڪ مرحوم غلام محمد گرامي، ٻيو هو اسان جو پراڻو همسفر رشيد ڀٽي. اڄ ٻئي ڪونهن، پر روح اندر ويهي پيا من مستي ڪن. ڏٺي ڪين اُن جو اجر ڏيندو.

مان سچل يادگار ڪاميٽيءَ جي چيئرمين، منظور علي اعواڻ جو ٿورائتو آهيان، جن سرمست ۾ نہ رُڳو مضمون شريڪ ڪيا پر منهنجي "اري اچين شال" کي 1992ع جو بهترين مقالو قرار ڏئي مون کي اعزاز سان نوازيو. شال هيءَ جيڪي ڪجهہ بہ آهي قبول پوي، هن مواد تي سچل جو نانءُ آهي، تنهن ڪري سمجهان ٿو تہ هيءُ ننڍڙو ڪتاب هوندي بہ وڏو ڪتاب سمجهيو ويندو ڇاڪاڻ تہ هيءُ الستي آواز جو پڙاڏو آهي. بس جنهن کي مست ڪري

الستي آواز ڪو، منهنجي ڪن پيو،
هردي اندر هير جي، آهي ڪونہ پيو،
مرليءَ مست ڪيو، جوڳيئڙن جي جيڏيون.
(سچل)

**حميد سنڌي**
01.04.1993



# مون... ليان... توسان

سنڌ جي تاريخ جي ورقن تي جيڪو بہ دور لکجي رهيو آهي تنهن ۾ فڪري انقلاب جو وڏو ڀاڱو آهي.

ڪلهوڙن جو دور هجي يا ميرن جو ڪلهہ جو دور هجي يا اڄ جو سنڌ جي مفڪرن، اديبن، شاعرن پنهنجو پاڻ پيءِ ملهايو آهي، انهن جنهن نموني سان ثقافتي ورثي کي فطري انقلاب سان هم آهنگ ڪيو آهي، سو دنيا جي ڪنهن بہ خطي کي نصيب نہ آهي. اها سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي خوش نصيبي آهي جو سنڌ جا مفڪر، اديب، شاعر، هڪ ڏاهي حڪيم وانگيان، اسان جي زخمن جي ڪڏهن تہ نشتر سان، تہ ڪڏهن ملم پٽي سان، تہ ڪڏهن ڪوڙين ستين ڦڪين سان علاج ڪيو آهي ۽ درد جو درمان بڻيا آهن.

خاص طرح اهي شاعر تہ لک لهن جن وٽ "ڪوڙين ڪن سلام، اچيو آتڻ ان جي".

پٽ ڌڻي هجي يا سچل ۽ سامي، بيدل هجي يا بيڪس ۽ نانڪ يوسف، هر هڪ پنهنجي شاعري جي مسند تي ويهي جيڪي ڪجهہ بہ اسان جي جهوليءَ ۾ وڌو آهي، تنهن پوڄارا پر ڪري ڇڏيا آهن. بيشڪ هو سنڌي شاعري جا حقي وارث آهن.

ڀٽائي جي انقلابي دور کان پوءِ اسان کي اهڙو دور مليو ٿو جيڪو هڪ مستي ۽ رندي جو پيغام ڏئي ٿو. اهو دور سچل جي سچ ۽ حق جو دور آهي.

سنڌ جون سياسي، معاشي ۽ ثقافتي حالتون ڀٽائي گهوٽ کان ڇڙورائين ٿيون:

سڙه تي سبيائون، بندرجن تڙن تي،
سڙه سبي ساڃا ڪري، کوها ڪنيائون،
بيرقون بحرن ۾، ڇوڙي ڇڏيائون،
لهريون لنگهيائون، لطف ساڻ لطيف چئي.
(شاهه)

سچل هيءَ ڳالهه ڪجهه ٻي طرح ڪري ٿو:

غوطو مارج اوچتو منجهه قلزم ڪارونيار،
زمين زمن آسمان، اندر آب وسار،
دانه دم گذار، طالب تي تاريڪ ۾.
(سرمست)

سچل جي هن ڪلام کي جيئن جيئن ڏسجي ٿو ته ايڏي جديديت ۽ آشڪاريت جو احساس ٿئي ٿو جڻ اهو شاعر هن دور جو شاعر آهي. ڇا سندس ٻولي آهي، ڇا سندس فڪر آهي، ڇا سندس ڪيفيت آهي، ماڻهو کي مست ڪيو ڇڏي!

پاڻ پنهنجو پاڻهي، صورت منجهه سڃاڻ،
الله الله ڇو چوين، پاڻ ئي الله ڄاڻ،
تون ئي ٻڌندڙ تون ئي ڏسندڙ شاهد آ قرآن،
ناهي شڪ گمان، ”سچو“ سائين هيڪڙو.

سنڌ جي هن روشن ادبي ستاري تي زاهدن جي خاص نظر پئي رهي آهي. تنهن ڪري سچل جي ساراهه مڙيوئي گهٽ پئي رهي آهي. ڇا لاءِ ته:

ملا مار م مون، سبق پڙهان ڪين سڄڻ ڏسان

جهڙا شعر ڪين نه آئڙيا يا نه وري سمجهه ۾ ئي آيا آهن. سچل حقيقت ۾ جنهن ڳالهه جو پرچاري رهيو آهي. اها ڪا ٻي ڳالهه نه آهي ۽ دين کان ٻاهر نه آهي.

صرف فرق ايترو آهي جو هو ڪليل لفظن ۾ اقرار ڪري ٿو ۽ منافقي سنڌس وڙنہ آهي:

ڪو مومن چوي، ڪو ڪافر چوي،
ڪو جاهل نالو ظاهر چوي،
ڪو شاعر چوي، ڪو ساحر چوي،
آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان.
ڪو ملا چوي، ڪو قاضي چوي،
ڪو مفتي چوي، ڪو غازي چوي،
ڪو روزيدار نمازي چوي،
آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان.
ڪو رد چوي، ڪو بد چوي،
ڪو بيديني بيحد چوي،
ڪو مشرڪ ۽ ملحد چوي،
آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان.

فارسي ڪلام جو "آشڪار" _ سنڌي ڪلام جو "سچو" _ اصل ۾:

ڪاٿي سچل ڪاٿي ذات سچل جي ساروئي سر آهي
مو درياهہ حَباب ڪڙا ڪيا، جاٽج ڪو شڪ ناهي،
عاشق، عشق، معشوق اهوئي، ڏانءُ ڏاڍو ڪيو ڏاهي،
پنهنجو پاڻ پسائڻ ڪارڻ، ناهہ لڪين ٿو ناهي،
اهو اندر اهو ٻاهر، ڪيئن چوان ائين ناهي.

سچل بيشڪ سچو نسورو سچ، اهو ئي اندر اهو ئي ٻاهر آهي. مان انهي ڪري اها دعويٰ تہ سچل پنجاهہ سالن کان پوءِ مستيءَ ۽ رندي جو جلوو پسايو غلط ٿو سمجهان. هو چاپندي جام نہ هجي ها تہ لطيف سائين ڪيس ڪُني تان ڏڪ لاهيندڙ ڀڄڻ ٻالڪ نہ سڏي ها. هيءُ سرمدي ستارو اُڀندي ويهندي جڏهن اهو ٿو چوي:

سچا سچ چوندي، چڻ ڪيم ڪهڻ _ سناهہ

تڏهن سندس سچ پرستي يا حق پرستي تي ايمان آڻڻو ٿو پوي ۽

ڪيس ڪٿي مصلحتي مسلمان، ڪٿي پڪو مسلمان تہ ڪٿي مستي وارو مسلمان ثابت ڪرڻ واري ڪوشش تان هٿ ڪڍجي تہ بهتر. سندس اندر واري ڪيفيت تہ سائين ڪيس ڪندن ٻڌايو آهي ۽ اهڙو شاعر ٻڌايو آهي جنهن "اڻ ڇاتل نقاب ڪشائي"، "زندگيءَ جو احترام" "حسن ۽ عشق جو اظهار" جهڙن موضوعن تي قلم ڪنيو آهي. جيڪي ڪيس سچو ۽ حق جو علمبردار ٻڌائين ٿا.

سچل سائين تي جيترن بہ محققن لکيو آهي انهيءَ ۾ جيتوڻيڪ ڪي ڳالهيون ڊڪيل لفظن ۾ ڪيل آهن، پر اُهي "سچو" کي ڊڪي نہ سگهيون آهن.

هيءُ مستي جي عالم ۾ سر تا پير همہ اوست جي رنگ ۾ رڱيل آهي. "وحدت الوجود" جي واضح لفظن ۾ مان نہ ٿو ڀانيان تہ ڪنهن اهڙي ايثار ڪئي هوندي. سندس ڪلام ۾ "تون هي تون" پيو وجي ۽ وڏي واڪي ٿو چوي:

"تون" هي سان "تون" هي ليين،
"مون ليان "تو" سان.

سچل سرمست جي ساليانی عرس 1983ع تي پڙهيل



# پنيءَ ڇڄ نہ ڇُل

ڪجھہ سال ٿيا تہ مون درازن جي درگاھہ تي سچل سائينءَ تي، هڪ تاثر پڙهيو هو جيڪو سچل سائين جي مشهور شعر:

مين تان ڪوئي خيال هان،
ليسان نال خيال دي،

تي ختم ٿيو هو. اهو شعر هڪ خيال جيان مون کي سنڌ جي هوائن ۾، فضائن ۾، جبلن ۾، ماترين ۾، ڳوٺ ڳوٺ وستي وستيءَ اُڏاريندو رهيو پر مان اُهو ئي 'خيال' رهيس جنهن کي نہ ڪنهن خيال لڌو نہ وري هن خيال ڪجھہ لڌو. شايد ڪجھہ پاڻ ۾ هجي تہ ليي. بقول منهنجي هڪ دوست جي تہ "پيارا هيءُ شعر تو کان ۽ مون کان ان لاءِ مٿي آهي جو اِج تائين وڏا عالم، مفڪر ۽ مُلان سچل جي اُن خيال کي نہ جھٽي سگھيا آهن جو اِج تائين سچل تي ملحد هجڻ جي ميار آهي، سندس ڪلام تي خلاف شرع هجڻ جي فتويٰ آهي".
اُن ويلي مون کي گھڻو ڪجھہ ياد آيو: عطار ياد آيو جنهن چيو تہ:

ڪفر ڪافر را، دين ديندار را،
ذره درد دل عطار را.

وري شاھہ صاحب چيو هو:

نڪو ڪم ڪفار سين، نڪا مسلماني مَن،
نڪا دل دوزخ ڏي، نڪو بهشت گھرن،
اُيا ايئن چون، تہ پرين ڪجو پنهنجو.

سچل سائينءَ چيو:

آهيان پاڻ الله، اديون مون کي ڪير تيون جاڻو!
يا
مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا.

بُلا شاهه چيو:

اسان آدم ڪنون اڳي هياسين،
آدم اساڏا جايا، الله آدمي بن آيا.

فريد چيو:

چاهت نه صوم و صلوات دي،
حاجت نه حج زڪوات دي،
خواهش نه ذات صفات دي

صادق فقير چيو:

الله چڏيائون اوريان، پرانهون پنڌ پيا،
بنا نالي سپرين اجا ڪي بيا،
واڪيندا ويا، صادق بڌيو سندرا.

اقبال چيو ته:

ڪافر نه شدي، لذت ايمان چه شناسي،
خود رانه پرستيدي، عرفان چه شناسي،
فارغ تو نه بيني گا محشر ۾ جنون ميرا،
يا اپنا گريبان چاڪ، يا دامنِ يزدان چاڪ.

مان سمجهان ٿو ته اِهو اُهو ئي خيال هو جنهن لاءِ سچل ظاهر ڪيو هو ته:

مين تان ڪوئي خيال هان، ليسان نال خيال دي.

انهيءَ خيال ڪي جهتڙ مذهب جي علمبردارن جي وس نه هو. چاڪاڻ ته هي سڀ صوفي شاعر اهل ايمان هيا. پر سندن ڪوڙا پارکو جن کين ملحد، ڪافر سمجهندي سندن ڪلام کي خلاف شرع پي قرار ڏنو سي حقيقت ۾ لطيف چواڻي:

ٻاهر زيب زبان سين، اندر هچارو،
اُن پر ويچارو، ويجهو ناهه وصال سين.

جي مطابق هيا. اُنهن پارکن جو خود اندر هچارو هو. اهي هنن درويشن جي مام کهڙي سمجهي سگهيا ٿي! هنن مذهب ملت، شيخ ۽ زاهد، ڪفر ۽ ايمان لاءِ جيڪو ڪجهه به چيو آهي اُن ۾ بغاوت بکي ٿي. انهن شاعرن ۾ ڪيترا عالم، عارف، صوفي، ولي، فلسفي ۽ مذهبي آهن، پر سندن جهاد بنديخاني جهڙين بندشن جي خلاف هو. انهن جو انداز بيان ڪيترو به سخت آهي پر ڪنهن کي به گمراهه، مرتد، لامذهب يا ملحد ثابت نه ڪري سگهيا. اُن جي برعڪس انهن جي ولايت ۽ بزرگي کي مڃاهون رکي کين اهل تصوف جي صف ۾ ڳڻيو ويو. اڄ ڪير عطار رومي، جامي، خيام، شاهه، سچل، بُلا شاهه ۽ فريد لاءِ ڪو ڪفر آميز فتوي ڏئي سگهي ٿو؟ حقيقت ۾ هيءُ صوفي باڪمال شخص برگزيده روزگار ۽ صاحب ولايت اُنهي وجدآور ڪلام جا خالق آهن، جنهن ڪلام کي الهام چيو ويو آهي. انهي الهام هيٺ ئي سچل کي سرمست ۽ عطار کي قبول سچل "خدا" چيو ويو.

عطار نه بود آهن ڪه خدا بود خدا بود.

سچل جو اِهو خيال الهام هو اهو روح القدس جو فيض هو. اِهو خيال محبت ۽ پالوٽ. ٻڌجي سڄي ڪائنات جي هر رُخ ڏانهن ڦهلجي ويو.

سچل جو اهو خيال بغاوت جي ابتدا هو. هن انسانن جي ذهن، ڪردار، ضمير ۽ شعور کي خارجي بندشن کان آزاد ڪرائڻ جي لاءِ آواز بلند ڪيو. لطيف اُن جي ابتدا ايئن چئي ڪئي:

اندر ڪارون ڪانءُ، ٻاهر ٻولي هنج جي،
اهڙو نلهو ٿانءُ، پيجي چو نه پورا ڪرين.

سچل اُهي ڪئين نلها ٿانءُ پيجي پورا ڪيا ۽ چيائين:

پُني جڃ نه جُل، تون ڪر پاڻ کي گهوٽ،
مرد نه هنئون موٽ. پُني لاءِ جيڙي

لطيف ۽ سچل ۾ گڏيل قدر اهي آهن، جو هو ٻئي سرمائيدارانه ۽ جاگيردارانه نظام جي اُنهي پرآشوب دور جي پيداوار آهن. جڏهن هڪ طرف ميرن جو راڄ هو ٻئي طرف مذهب جي علمبردارن جي وڇايل چار ڪوڙڪي ۾ قاتل آدم، آدم زاد ڦٿڪي رهيا هئا.

سچل پاڻ آدم جي صورت ۾ اچي آدم کي جاڳايو:

عشق تي انسان آيو سيلاني سپرين،
صورت ۾ آدم جي، آدم دم مهمان،
سچو تون سلطان، ستگر سچ سڃاڻيو.

اڄ آدم جاڳيل آهي، منجهس خيال ليڻ جي قوت آهي جنهن خيال کي هن دور جي مفڪر علامه آءِ. آءِ. قاضي قوت- فڪر ۽ نئين خيال سان تشبيهه ڏني آهي. سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌين جي حوالي سان علامه آءِ. آءِ. قاضي چيئي ٿو:

”سنڌي زبان جي بقاءَ جو فقط هيءُ هڪ واحد طريقو آهي ته سنڌين ۾ قوت فڪر پيدا ٿئي جيئن هو نئين خيال ۽ نئين معنيٰ کي سنڌي زبان ۾ قلمبند ڪن. ايئن ڪرڻ سان هوند زبان جي زندگي ۽ بقاءَ جو سوال پاڻهي حل ٿي وڃي“.

منهنجي نظر ۾ علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب جنهن قوت فڪر ’نئين خيال‘ جو ذڪر ڪيو آهي، اُن جو لاڳاپو سنڌ ڌرتي جي رهواسين سان آهي ۽ سوال رڳو ’زبان‘ جي زندگيءَ جي بقا جو نه آهي، پر هاڻ ساري سنڌ جي بقا ۽ زندگي جو مسئلو آهي. سچل اِن سڄي نئين فڪر ۽ خيال جو اڳواڻ آهي تنهن ڪري اسين هڪ دفعو وري وٽس هلون ٿا. هو چيئي ٿو:

”پنيءَ جيڄ نه جُل، منجهه تماشي نه پوين،
گهوٽ ڪري تون پاڻ کي، ڪر هنگامو هُل.

اڳتي اُهو ئي چيئي ٿو جنهن خيال جي اڄ اسان کي گهرج آهي:

توڙ رواج ۽ رسمون ساريون. مرد ٿئين مردانو،
وهم سچل ڪڍ ٻانهپ وارو، شملو ٻڌ شهانو.

شايد سچل جو اِهو ئي خيال آهي جنهن جو ذڪر منڍ ۾ ڪيو هيم. شال اسان ڪي سچل وانگر اُهو خيال ملي وڃي جنهن لاءِ سچل چيو هو "مين تان ڪوئي خيال هان، ليسان نال خيال دي". اڄ به اسين سچل جي خيال ۽ فڪر کان آجا ٿي نه ٿا سگهون. ڇاڪاڻ ته اُهو هڪ نئون فڪر ۽ نئين سوچ ڏئي ويو. اُها سوچ ۽ فڪر اُن پر آشوب دور جي پيداوار هو ۽ اڄ جي پرماريت ۽ ناانصافي واري دور ۾ به اسان جي رهبري ڪري ٿو. ڇاڪاڻ ته هُن بار بار چيو آهي:

جي فڪر کون فارغ ٿيا، ٿيا دنيا کان دور

شايد اسين سڀ سچل کان رڳو فڪر نه پر مسئلي جو حل گهرندا هجون ۽ منهنجي نظر ۾ هر مسئلي جو حل اسين پاڻ آهيون. رڳو هن فڪر کي عملي طرح اڳتي نيڻو آهي:

توجا پائين موجَ، سا مڙيائي مهراڻ ٿي،<br>
هي اُنهن جا اوج، جَن سنبت سوريءَ پار ڏي

سچل سرمست جي ساليانې عرس سال 1989ع تي پڙهيل



# سچل جي هير ۽ سچل جو رانجھو

سچل سائينءَ کي پڙهندي ۽ ٻڌندي ورهيہ گذري ويا آهن. پر هر ويلي جڏهن بہ ساڻس رهاڻ ڪئي اٿم، تہ ڪا نہ ڪا اهڙي ڳالهہ ضرور ملي اٿم جو ڪجھہ وقت لاءِ من پرسن ٿي رهيو آهي. سچل جي ڪلام ۾ جيتري مستي پڙهيم، اوتري وري نهنائي بہ ڏٺم. جيڪڏهن ڏٺو وڃي تہ سچل جي ڪلام جو مُکيہ موضوع همہ اوست آهي. هُن همہ از اوست کي تسليم نہ ڪيو آهي:

اي دلا جز عشق و مَستي کار ديگر هيچ نيست،
چشم بکشا بنگري جز يار ديگر، هيچ نيست.

هو ڪڏهن سالڪ تہ ڪڏهن منصور:

بانهو يانءِ مَ پاڻ،
ٿُون ئي مالڪ مُلڪ جو.

سچل موج ۾ اچي وڃي ۽ هيئن نہ چوي:

پنهنجي ذات لڪائي، ڪيئن ٻي ذات سڏايان.

سچل جي مستي ۽ اُڏام هميشه مٿي هوندي هئي ۽ هو چوندو هو:

تو خدا هستي خدا هستي خدا لاشريڪ و پاڪ از چون وچرا خويش را درخويش مي بيني همہ نيست چيزي در تحرّڪ غيرما هم خدائي نام خود را داشتن ذات تو تحقيق مي باشد خدا.

اهو عروج، مستي ۽ عجب ڪيفيت آهي. پر ان لاءِ وڏا اسرار طئہ ڪيائين.

سچل جي دنياوي ڪيفيت ڏسڻي آهي تہ ڪيس وري، هيئن هيڪڙائي جي اپٽار ڪندي ڏسو:

غرق گناهہ دي وچ هوئيان، ڪوئي هور سوال نہ ڪرديان،
تيڏي لافاني سرڪار سائين، ڏيک ڏيک ڪر آءُ ڏرديان.

اڳتي اچان بہ هيٺ هليو ٿو وچي:

گر بنده من گنهگارم
از در تو بسي اميدوارم

هو درجي بدرجي لهندو ٿو وڃي:

آهيان عيبدار ميان، آءٌ ٻانهن جي ٻانهي،
عمر سموري ڪوڙ ڪمايم، بخشو مونکي جاني.

سچل سائينءَ جي اهڙين ڪيفيتن کي پسندو مان سندس ڪلام جي موضوعن تي سوچيندو رهيس، وحدت نامو ڏٺم تہ سندس هي بيت پڙهيم:

ثابت سچل سچاري، يارن جي ياد ياري،
وحدت جنين وساري، تن مَن متي اٽاسي.

حقيقت ڏٺم تہ ڪجهہ حقيقت هيئن مليم:

جي اچين تان اَچُ، نہ تہ هت سورن پچاڙيو
محبت ٻاريو مَچُ، سيني منجهہ سچوءَ جي.

تنهن ڪان پوءِ سسئي:

آهي ويچاري ڪا وس ميان، توکي معلوم مڙيوئي،
ويني آهيان وات تي، گولي ڪجو گس ميان،
سارو وندرُ ووڙيان، ڏاها تنهنجي ڏس ميان،
ماٺهو شهر ڀنڀور جا، روحَ نہ اچن رسِ ميان،
"سچو" پوءِ پرين ڪئون، آهي ڀنڀوران بس ميان.

جيئن لطيف سائينءَ نوريءَ کي نياز جو نمائندو ٻڌائي، ڪيس انهيءَ نوڙت ۽ نياز عيوض بادشاهي بخشي ڇڏي هئائين. تيئن سچل، ساري ڪينجهر کي سندس محتاج ڪري ڇڏي ٿو:

ڪينجهر سارو تو ڪيو مون ميي سندو محتاج،
تنهنجو مون ڏانهن راج، مون ڪيهي ڪاڻ ڪُڙم جي.

جيڪي لطيف چيو سچل اُهي پنڌ پيچرا ڪنيون پيو اچي. مارئي ڳائي ٿو ته چئي ٿو:

قاصد آيو ڪو نه ڪو ۽ ڪو نه لکيائون خَطَ

پر سچل اچان ٻه اڳيرو آهي ۽ مومل راڻي ۾ ڳالهه هيئن ٿو ڪري:

ڪاڪ پُڇندا ڪاپڙي، ويا اڏو پنڌ،
وڃي رسيا اُن هنڌ، جت مون تون آهي ڪانه ڪا.

سارنگ ۾ سندس رنگ چوکو آهي:

والي وري تون، وطن تي وسَ ڪرين،
مينهن وسندي مون، سڄڻ ساريم سُپرين.

هت ڪجهه عجب پيو پانيان ۽ هيل ائين پيو لڳيم ته جڻ نئون نينهن لڳو اٿم. الاجي ڇو مون کي هن ويلي منظور علي خان جو ڇيل ڪلام، ڪنن ۾ ٻُري ٿو:

جنهن دا عشق لڳا مين واريان،
رانجها تخت هزاري دا سائين.

تخت هزاري جو مالڪ رانجهو ڇو ائين پيو رڙي:

مالڪ تخت هزاري جو، رانجهو آءٌ راجا،
ڪاني مون کي قلم ۾، قُرب هنئين ڪا جا،
ڏکن جا ڏاجا، لکيا هئم لوح ۾.

جيئن جيئن رانجهو پڙهندو ويس ته هير من ۾ پيهي وئي:

تون تان ميڏا، مين تان تيڏي کهه گتان سڀ کيڙي،
اڳڻ اسان ڏي آءُ پيارل، لهه پون سڀ جهيڙي

سچل جو ڳايل هير- رانجهو سنڌيءَ ۾ هجي يا سرائيڪيءَ ۾، هو خود پاڻ ئي هير ۽ پاڻ ئي رانجهو ٿيو پوي. خاص ڪري سندس سرائيڪي ڪلام، رانجهي کي تخت هزارو ته هير کي جهنگ سيال جي سرزمين ۽ ٻولي پيو سڏي. يا محبوب کي ڳولي لهڻ وارو انداز ظاهر ٿئي ٿو. عام پيرائي ۾ هير جي مختلف پيراين جي وچ ۾ ڪو خاص فرق نه آهي. جيئن هير ۽ رانجهي جي وچ ۾ به ڪو فرق ناهي. هي قصو سچل ائين به کنيو آهي جو هي قصو صوفياڻي ورثاءُ جي خصوصيت اجاگر ڪري ٿو.

منهنجا سائين! رانجهي سان هير جي عشق جو پيچ ازل کان آهي:

ظاهر نه هائي جڏهان ذات کيڙان دي، تڏان عشق رانجهو دالئيان،
در رانجهو مين وڪاڻي، بيان ڪيهيان اسان تي بيعان،
جنهن دي آهس روز ازل ڱنُون، وَس اُهين دي مين پئيان.

اها وس اُها ئي آهي، جيڪا سسئيءَ وٽ آهي ته سهڻيءَ وٽ آهي. کيڙن کي ٻن ڏئي، سڀ عيش عشرت ڇڏي، هير جڏهن نڪري ٿي ته چوي ٿي، ته پل رانجهو گهٽ مال ملڪيت ۾ ئي هجي پر هو سندس آهي:

لوڪان ليکي چاڪَ مجهين دا، مين تا صدقي واريان،
مين نماڻي هير جٽي، تون صاحب تخت هزاري دا،
سهڻا مينون ايوين ياندا، جيوين گل هزاري دا.

اهڙيءَ ريت هير پنهنجن عزيرن ساٿين کي ڇڏي ٿي ڏي، ٻنهه چرخي کي ٻَنُ ڪيو ۽ ساڙي ٿي ڇڏي:

آتڻ وچون طعني ڏيون، ٻڍيان توڙي ڪنواريان،
ساڙ گهتان پيچي چرخي ڪون مين، تاڙيان منيان اُڏاريان.

چا ته رانجهي جي ونجليءَ جو بيان آهي. مون جڏهن به سچل سائينءَ جو هير رانجهو پڙهيو ته سڏ ٿيم، ته ڏسان ته ٻين ڪيترن

شاعرن هير رانجهو ڳايو آهي ۽ چا هير جو حُسن ۽ رانجهي جو راڄ ڀاڳ اُهو ئي آهي، جيڪو سچل ۾ سمايل آهي. ان لاءِ پهرين نظر شاهہ سائينءَ تي پئي، هير رانجهي جو ڪجهہ پُراڻو ڪلام ڏنم پر جڏهن ليلا رام وڻڻ مل جا هي جملا سندس ڪتاب ۾ پڙهيم تہ ٻين شاعرن جي ڳولا ڪرڻ شروع ڪيم.

ليلارام لکي ٿو تہ:

This sur is in siraiki sindhi, and is very beautiful, but it is not our poet's. Like the previous one, it is given in the Bhit Mss. as it was sung in our poet's time. I have, however, given the tale of the lovers in the next chapter.

اُها ڪهاڻي شاهہ جي رد ڪيل سُر سان لاڳاپيل آهي پر هي اهڙي پيرائي ۾ ڏنل آهي، جنهن پيرائي ۾ سچل سائينءَ هن قصي کي ڪنيو آهي:

Heer was daughter of Mehar choochak, the chief of a village named Jhang Siyal, which is to the south-west of Lahore.

چوچڪ دي هڪ ٻيٽي آهي

هيري نانءَ سڏيندي

When Hir saw Ranjhu come out, she fell madly in love with him, and he became equally enamoured of her.

سچل چوندو ٿو هلي:

چوچڪ دي هڪ ٻيٽي آهي، هيري نانءَ سڏيندي،
اکيان دا وت تير تهين دا، عاشق ڪون نہ جهليندي،
لک هزار جو عاشق ويندي، مزگان نال مَريندي،
جي تون ويکين تان سُڌ پوئي، موت ڪنون وڌ حالت هوويئي.

هير جي حُسن جي هاڪ آهي تہ هير لاءِ رانجهو سڀ ڪجهہ آهي:

اصلوَن آهي نال رانجهڻ دي، پرت ميڏي گهٽي گهٽي،
مين تان رانجهڻ گڏ پيتوسي، کير مکڻ جهٽي جهٽي،
ٻولي جوڳي ڊِي دل ميڏي ڳون ٻهون وَٽي وٽي.

شاهه صاحب جي رد ڪيل سُر سان گڏ، ٻيا شاعر ڳوليم تہ جهجها ڏٺم. جن سنڌي ۽ سرائيڪيءَ ۾ هير رانجهو ڳايو آهي. بيدل، روحل، مراد فقير، فقير حمل خان لغاري، فقير بيڪس، امام بخش خادم، سيد حيدر شاهه، فقير غلام علي مسرور، خليفي نبي بخش جو ڪلام جهجهي انداز ۾ مليو اٿم. هير جهنگ سيال جي هجي يا رانجهو تخت هزاري جو پر هي سندن عشقيہ داستان، هندي، پنجابي، سرائيڪي، اردو، پشتو بلوچي ۽ سنڌي ٻولين کان سواءِ انگريزي، فرينچ، فارسي ۽ عربيءَ ۾ پڻ منظوم ڪيو ويو آهي.

معلوم ايئن ٿو ٿئي تہ هن داستان يا حڪايت تي ايترو تحقيقي ۽ تحريري مواد ملي ٿو سگهي، جيترو هن هند و پاڪ (Sub-Continent) جي ٻئي ڪنهن لوڪ داستان جي باري ۾ ملي نٿو سگهي. سنڌي ادبي بورڊ جي ڇپايل "مثنويات هير رانجها" ۾ ڏسبو تہ سنڌيءَ ۾ لکيل چار مثنويون ۽ هڪ طويل قطعو ملندو. پهرين مثنوي عظيم الدين ٺٽويءَ جي آهي. هن ئي ڪتاب ۾ قادر بخش بيدل جو طويل قطعو پڻ ڏنل آهي.

خود صوبي پنجاب ۾، جتان جو عشقيہ داستان آهي، اتي لاتعداد شاعر ملن ٿا جن هير- رانجهي تي طويل نظم جوڙيا آهن. انهن ۾ دامودر، هري داس هريا، گنگ ڀٽ، باقي ڪولابي، ڀائي گورداس گنّي، ميان چراغ اعواڻ، حافظ شاهه جهان مقبل، سندرداس، سيد وارث شاهه، احمد بخش غافل، مولوي نورالدين مسڪين ۽ سيد ميرڻ شاهه جا نالا تمام اهم آهن.

مون ڪيترن هنڌن تي اهو سوال پئي ڪيو آهي تہ پنجاب جي هير رانجهي کي سنڌ جي شاعرن ايترو ڳايو ۽ ورجايو آهي، جيترو ڪنهن بہ قصي ڪهاڻي کي ناماچار نہ مليو آهي ۽ هنيئر هير ۽ رانجهو سنڌ لاءِ اوپرا نہ آهن، آخر ڇو؟ ان لاءِ ڪن دوستن سبب ڏنا. ڪن سنڌ جي ماڻهن جي روشن ضميري ۽ وسعت قلبي جو ذڪر ڪيو تہ ڪن وري انساني اخوت ۽ ادب جي بي تعصبيءَ واري رجحان جو ذڪر ڪيو. اها ڳالهہ صحيح، پر منهنجي خيال ۾ انهن ڳالهين سان گڏ اهو ڪو ٻيو فهم هو. ان ۾ سرائيڪي ناتي جي اهميت ۽ نرالي

حيثيت، سرائيڪي ادب جي اوسر، سرائيڪي ٻوليءَ جو عام جام وهنوار، بُلها شاهه ۽ غلام فريد جي ڪلام جي مقبوليت، پنجاب جو لوڪ ورثو وارث شاهه جي سهڻي هير، سان گڏ سنڌ جي ماڻهن جي عشقيه انداز سان ٺهڪندڙ داستان، ان سان گڏ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رهندڙ شاعرن جو انهن ڪردارن کي پنهنجو ڪري سندن سُونهن نروار ڪري بيهارڻ پڻ، تمام اهم ڳالهيون آهن. پر منهنجي نظر ۾ سڀ کان وڏي ڳالهه، جنهن ۾ هير رانجهي جي داستان کي سنڌ ۾ لافاني ڪري ڇڏيو اهو سچل سائين جو مستيءَ ۽ رنديءَ وارو ڪلام هو. سندس هير رانجهي لاءِ اهو سنڌي ڪلام هجي يا سرائيڪي، ان ۾ مقام اسلوب نمايان آهي. ڇاڪاڻ جو ان ۾ مقامي شاعري ۽ ٻوليءَ جا سڀ وسيلا ڪم آندل آهن. ان کان علاوه هو هير رانجهي کي بيان ڪندي، آفاقي ۽ لافاني عشق جو ذڪر ڪندي وچ ۾ يوسف زليخا جو ذڪر ڪري ٿو:

يوسف عشق زليخا دي وچ، آڻ بازار وڪايا.

ٻئي هنڌ وامق - عذرا ۽ فرهاد - شيرين جو ذڪر ڪري ٿو:

وامق عذرا ڪارڻ ويکو، ڪيڏا عشق ڪمايا،
درد ڪنون فرهاد، شيرين دي، ڪالا تڪر ٽُڪايا.

هير رانجهي کي امر ڪرڻ لاءِ ليليٰ مجنون جي عشقيه داستان کي اُهڃاڻ بڻائي ٿو:

ليليٰ خاطر مجنون هويا، عالم وچ اداسي،
رانجهو تخت هزارون آيا، گَرڪي ويس سنياسي،
بانهيان دا بانها عشق ڪيتس، سچل تنهن دي نينهڙي

مان وک وڌائي ائين ٻه چوندس ته هم اوست واري ڪيفيت ۾ هلندي هلندي، سچل آخر آپي هير بڻجي وڃو آهي ۽ آپي رانجهو بڻجي. جوڳيءَ جيان جوڳ ورتو اٿس. سندس هن سُر ۾ آلاپ، درد، هجر فراق، سونهن سوڀيا، خوشي ۽ غم جا جيڪي ٻه ڏيک ڏيکاريا ويا آهن. سي هير رانجهي جي ان لوڪ داستان کي امر ڪري ڇڏين ٿا. هير، وارث شاهه جي چونه هجي، رانجهو بيدل جو چونه هجي، غلام فريد يا

بُلها شاهہ، ان جي عشق ۾ چو نہ غلطان هُجن. پر هت سچل جو انهيءَ سهڻي جوڙي سان جيترو عشق آهي، اهو شايد ئي هن کن ٻين ڪردارن سان ڪيو هجي. شايد اهو سبب آهي جو سنڌ جي ٻين شاعرن بہ هير رانجهي کي ڳايو آهي، پر عام جام هي داستان جهر جهنگ، ڳليءَ ڳليءَ، وستيءَ وستيءَ، واهڻ واهڻ، جهونگاريو پئي ويو آهي. ۽ اهڙي انداز سان جو شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ بہ هن داستان جو وقتي پڙلاءُ ملي ٿو، توڙي ڪٽي اُن ڪلام کي شاهہ جو ڪلام نٿو چئي سگهجي، سچل جي شاعري ۽ سندس اهميت جي سلسلي ۾ آخر ۾ هي بہ اکر ضرور چوندس جيئڪي، ايڇ-ٽي سورلي جي ڪتاب شاهہ عبداللطيف آف ڀٽ (Shah Abdul Latif of Bhit) تان ڪوريا اٿم.

Sufi poets of sindh about whom and immense modern literature is now poured forth, none are superior to Shah Abdul Latif and most, if not all, of them are later in date. Between the thirteenth century when Lal Shahbaz flourished and the eighteenth century when Shah Abdul Latif lived there is very little that can be said to securely established in the way of verified historical fact. Sachal Sarmast (The Intoxicated) is the best of these poets and he appears to have been born some time between 1739 and 1757 and is alleged as a boy to have met Shah Abdul Latif.

شاه سائين ۽ سچل جو رڳو اهو واسطو نہ آهي، اهو ناتو حقيقت ۾ تصوف واري وحدت الوجود جي فڪر وارو ناتو آهي. شاهہ اونهو ۽ ملائم آهي. جڏهن تہ سچل واضح، چٽو ۽ صاف آهي. سچل وٽ ابهام، علامتي، اظهار ۽ اشاري وارو اندازو گهٽ ٿو ملي. سچل کي بہ شاهہ سائينءَ وانگر رومانوي داستانن جو سهارو وٺڻو پيو آهي، انهيءَ لاءِ تہ وحدت الوجود واري موضوع کي ڪٿي بہ ٻيو رخ نہ ڏئي سگهجي. ان لاءِ ڏسبو تہ رانجهو ڪيڙو هڪ ئي وجود آهن. جهنگ سيال ۽ تخت هزاري ۾ منهنجا سائين! ڪو بہ فرق نہ آهي.

رانجهو ڪيڙا ڏونهين مَين ها، هير رهي وچ ڪتي،
جهنگ سيال تي تخت هزارا، ڏونهين ڏنم اٿي.

سچل سرمست جي عرس سال 1990ع جي ادبي ڪانفرنس ۾ پڙهيل



## ببليوگرافي


1. Sorely, H.T: Shah Abdul Latif of Bhit: Oxford University Press, Karachi, 1966.
2. Lalwani, Lila Ram Watan Mal: The Life, Religion And Poetry of Shah Abdul Latif, Sang-e-Meel Publications, Lahore, 1987.
3. راشديپوري، محمد صادق حڪيم: "سچل سرمست جو سرائڪي رسالو" سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد 1959ع
4. انصاري، عثمان علي: "سچل سرمست جو سنڌي رسالو" سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1958ع
5. "مثنويات هير رانجها" سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد.

# سچل جو سچ

تاريخ هڪ اهڙو آئينو آهي جنهن ڪيترن شهنشاهن، بادشاهن، حاڪمن، مفڪرن، ليکڪن، شاعرن، مستن، مجذوبن ۽ شهيدن جي سچ ۽ ڪوڙ کي پڌرو ڪري ڏيکاريو آهي.

مون تاريخ کي تاريخ ڪري نہ پڙهيو پر صدين کان ڌرتي تي جاپل انسان جي ڪهاڻي ڪري پڙهيو آهي. چاڪاڻ تہ مان بنيادي طرح ڪهاڻيڪار آهيان. ان ڪري منهنجي لاءِ ڪهاڻي جي خاڪي کان وڌ، ان جا ڪردار اهم هوندا آهن. جن جي چرپر، هلت چلت سندن ڪردار کي واضح ڪري بيهاريندي آهي.

مون جيترين بہ ڪهاڻيون ڏٺيون ۽ پڙهيون ان ۾ جيترا بہ ڪردار هيا. انهن مان ڊاڪٽر جيڪل ۽ هائيڊ جا ڪردار مون تي وڌيڪ ڇانيل آهن. چاڪاڻ تہ هڪ جسم ۾ سمايل نيڪي ۽ بدي جا بہ ڪردار هيا. جن جي گفتگو نيڪي جي عمل ۽ بدي ڏانهن ڪنيل وک جي تضاد جو بيان آهي. ڇا نيڪي ساروئي سچ آهي، يا بدي حالتن پٺاندڙ سچ آهي. اهو انهيءَ گفتگو ۽ ڪردارن جي سياءَ مان ظاهر ٿئي ٿو ۽ ماڻهو سوچيندو رهي ٿو. سچ جي انهي شڪل پسڻ لاءِ ڏاڍي جاکوڙ ڪئي وئي آهي. آسڪروائيلڊ جو ڪردار ڊورين گري سندس ناول "پڪچر آف ڊورين گري" جو حسين ترين شخص آهي. سندس ٻاهرين سونهن پسيو ماڻهو کيس نيڪ سنو ۽ سچو ڀانئي پيار ڪن ٿا. هڪ آرٽسٽ سندس خوبصورت تصوير ناهي ٿو. اها تصوير پسي ماڻهو ڏندين آڱريون ڏين ٿا. آرٽسٽ، ڊورين گري کي چيو هو تہ هيءَ تصوير هڪ معصوم ماڻهو جي تصوير آهي، جيستائين تنهنجو اندر

نيڪ آهي، بدي من ۾ نہ اٿئي، سمجهہ تہ هن تصوير جي سونهن برقرار رهندي.

ڊورين گري پنهنجي ٻاهرين سونهن تي نازان ٿي ڪري بيحد بد ٿي پيو. سندس هر عمل بدي وارو هيو پر هو ٻاهران سچو ۽ نيڪوڪار ٿيو گهمندو هيو. هڪ ڏينهن هن کي ان تصوير جو خيال آيو. جا ڪنهن ڪمري ۾ بند هئي. هن تصوير کي ڏٺو جيڪا سچي بگڙي ڀيانڪ ٿي وئي هئي، جيئن جيئن هو بديءَ جي ڪمن ۾ وڪوڙبو ويو سچ کان منهن موڙيائين تصوير ايڏي ڀيانڪ ٿي وئي جو هو سهي نہ سگهيو ۽ خنجر ڪڍي تصوير ۾ هنيائين. صبح جو ماڻهن ڏٺو تہ تصوير تہ اڳين ئي هئي پر ڊورين گري مئو پيو هو. سندس سيني ۾ اهو ئي خنجر لڳل هو جيڪو هن تصوير ۾ هنيو هو. هيءُ تہ هيا ڪي نيڪي بدي جي ڪهاڻين جا ڪردار، سچ جي ڳولا ڏانهن وک وڌائيندڙ.

پر تاريخ ۾ جيڪي جيئرا جاڳندا ڪردار موجود آهن، اهي آيا سچ تي هيا يا ڪوڙ تي، جو سچو جهان تاراج ڪري ڇڏيائون پر چيائون تہ اسان سچ تي آهيون. ڪن مذهب جي نالي تي شهنشاهيت ڪئي ۽ انسانيت کي ڪنو ڪن بادشاهن بغاوت کي چٿڻ لاءِ باغي انسانن جا سر قلم ڪيا. ڪن مذهب جي نالي ۾ ملڪ فتح ڪري اتان جي ماڻهن جا مذهب بدلارائي سچ ۽ حق جو نعرو بلند ڪيو. ڪن سرعام ڦاهيون ڏياري، سچي قانون جو نعرو بلند ڪيو. چيو ويو تہ قوم کي گمراهہ ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ، سچ جي ڳولائو ۽ فڪر ۾ غلطان شخصن کي زهر جا پيالا پياريا ويا آهن. ڪن حاڪمن آواز بلند ڪرڻ، ڏاڍيان ڳالهائڻ کي بغاوت سمجهي، ڪن جي چمڙي لهرائي، ڪن کي گهاڻي ۾ پيڙايو تہ ڪن جون جيون ڪپايون تہ ڪن جا سر قلم ڪرايا.

ڇا اسين تاريخ جي انهن ڪردارن کي نہ ٿا سچاڻي سگهون تہ ڪير حق تي هو ڪير ڏاڍ ڏمر جو سندرو ٻڌي ناحق ڪري رهيو هو. اسين تہ سڀ ڄاڻون ٿا پر ان دور جا بہ ماڻهو جيڪي انهيءَ عذاب واري دور مان گذريا پر ڪجي ڪير نہ سگهيو. سچ ۽ حق جي شڪل تہ واضح آهي پر جنهن جي هٿ ۾ تلوار رهي آهي، اهو ئي ان وقت لوح

قلم سمجھيو ويو. پر چوندا آهن تہ قلم کي وڏي طاقت آهي ۽ تاريخ جيڪا تلوار جي زور تي لکرائي وئي قلم جي مس ان مٿان جيڪي لکيو اج اهو ئي لوح قلم آهي. پر تاريخ جو سچ تيستائين سچ نہ ثابت ٿئي ها جيستائين ڏاها، مفڪر، سچ جا جاکوڙي سچ جي شڪل اسان جي آڏو پيش نہ ڪري وڃن ها.

سچ، جيڪو لفظ ضرور آهي پر ان جي معنيٰ لاءِ ٻيو لفظ ڪونهي. ان لاءِ ارسطو افلاطون، اڪليدس، ڪنفيوشس، گوتم ٻڌ ۽ ٻين بہ سچ جي شڪل ڳاهڻ جي ئي ڪوشش ڪئي، ان جي اپٽار ڪئي ٻيو لفظ نہ ڏنو ڇاڪاڻ تہ سچ هڪ ئي آهي بہ ڳالهيون نہ.

حضرت آدم عليه السلام کان وٺي، حضرت نوح عليه السلام، حضرت دائود عليه السلام، حضرت ابراهيم عليه السلام، حضرت اسماعيل عليه السلام، حضرت يعقوب عليه السلام، حضرت يوسف عليه السلام، حضرت موسيٰ عليه السلام، حضرت سليمان عليه السلام، حضرت يونس عليه السلام سچ سمجهائڻ جي ڪئي. حضرت عيسيٰ جي ڪلهن تي صليب بہ سچ جي هئي.

سچ ۽ حق جو وڏو آواز اسان جو نبي، پيغمبر هو. ان سچ کي بہ پکيڙ ۽ اپٽار جي ضرورت پئي تہ ڪئين اصحابہ ڪرام، مفڪر، ولي بہ ميدان تي آيا. سچ جي سرڪيءَ ۾ مزو تہ آهي پر ميدان ڏکيو آهي. ڇاڪاڻ تہ جيئڻ عرض ڪيم تہ وقت، حالتون، حاڪم سندس شڪليون ڦيرائيندا رهن ٿا. تڏهن ڪيترا ئي سر ڦريا، سچ جي مدّ جا پيالا پيئڻ لاءِ ميدان ۾ لهيو پون ۽ سرن جا سودا ڪيو سچ کي نروار ڪيو وڃن. ان ۾ ڪئين ئي سرمد، منصور، شاهہ عنايت هيا جن سچ لاءِ سر ڏنو اُهي صوفي بزرگ هيا. منهنجي نظر ۾ سچ جيڪو صوفي بزرگن نروار ڪيو اهو بي حساب آهي. ڪي نالا جيڪي سجهن ٿا اهي تري آيا اٿم. ابراهيم ادهم، بايزيد بسطامي، بلاول، بلها شاهہ، حسين بن منصور حلاج، مولانا جلال الدين رومي، سرمد، شاهہ عنايت، شبلي، بو علي قلندر، شمس تبريزي، شهباز قلندر، فريدالدين عطار، شيخ جنيد، شيخ هيڪل، صنعان، عبدالحق، عبدالخالق، عبدالله هروي، قاسم، ڪپاهي، ڦهير، ڪرمل، موسي مهدي شاهہ، نجم الدين اڪبر وغيره آهن. سنڌ ۾ ڪئين صوفي پيدا ٿيا. پر جنهن سچ ۽ حق

جي شڪل صاف ڪيڏي بيهاري ۽ اڳواڻ جي حيثيت اختيار ڪئي، اهو هو لطيف سائين. شاهه سائين جنهن فڪر ۾ غلطان هو سو اهو هو تہ جيڪر انسان پنهنجي رب جي ڏنل مٽيا ۽ اندر جي اوجر سان پنهنجي دل کي حقيقت جو ديرو بڻائي ۽ ظاهر کان اڳيرو هلي تہ هو پنهنجي اندر جو ڳجهہ معلوم ڪري سگهي ٿو. هو ان سچ ۽ حق جو رازدار بڻجي سگهي ٿو. شاهه صاحب ان سچ کي حاصل ڪرڻ لاءِ وحدت الوجود وارو دڳ ڏسي ٿو جنهن ۾ حق حقيقي هيڪڙو ئي آهي. ڪائنات ۾ جيڪي ڪجهہ ڏسي سگهجي ٿو يا ٻڌي ۽ سمجهي سگهجي ٿو سو سڀ انهي هڪ وجود جي جدا جدا تجلين جو پرتو آهي. جيستائين انسان پنهنجي هستي هن هستي ۾ نہ سمائيندو، اندر کي نہ اجاريندو، تيستائين سندس ڪو چارو نہ آهي:

باهر زيب زبان سين، اندر هچارو،
ان پر ويچارو، ويجهو ناه وصال سين.

عشق پنهنجو اڳواڻ ڪرڻو آهي ۽ انسان کي نفس کي بہ نهوڙڻو آهي:

گندي ۽ گراه، جنين سنياسين سانديو،
انهن کون الله، اچا آڳاهون ٿيو.

شاهه سائين سچ ۽ حق جي ڳولا لاءِ جيڪا واٽ ورتي هئي ان لاءِ هن عام انساني ڪردار کنيا. جن ۾ ڪا سچي سهڻي هئي تہ ڪا موهڻي مومل. جي ليلائڻ واري ليلا هئي. تہ نئڙت نياز واري نوري بہ هئي. سندس راڻو هجي. يا چنيسر، پنهل هجي يا ميهر، بيجل هجي يا راءِ ڏياچ، اهي سڀ سچ جي علامت بڻجي. سندس ڪلام وسيلي نہ رڳو سنڌ، پر سڄي عالم ۾ سچ جي صورت بڻجي سچ جا مبلغ ٿيا

تو جا پانئين موج، سامڙيائي مهراڻ ٿي،
هي انهن جا اوج، جن سنبت سوريءَ پار ڏي.

حق ۽ سچ لاءِ شاهه سائين سوري ۽ سچو سارو مهراڻ آڏو ڪري ٿو. انهن ڪردارن جي جدوجهد جي باري ۾ پروفيسر بناٽي پنهنجي

ڪتاب The Melody and Philosophy of Shah Abdul Latif ۾ چئي ٿو:

From this follow logically the absolute determinism that characterizes all of Shah's poetry but along with this determinism is also the relentless struggle to go forward. Shah was all for persistent and relentless struggle. They are all females (except Rai Dyach Who is class by self) driving them on the passion of love through an orbit of experience to the ultimate intensity of fulfillment. There is catharsis, of course, death also, but nevertheless no tragedy. Infact sasui is inviting death to come back so that she could have ride on it.

سچ ۽ حق جي، مراد ماڻڻ لاءِ موت مھڻو نہ آھي.
شاھہ سائين ان سچ کي وڏيڪ اُجاگر ڪرڻ لاءِ چيو:

اندر ڪارو ڪانءُ، ٻاھر ٻولي ھنج جي،
اھڙو ٺلھو ٿانءُ، پيجي چو نہ پورا ڪرين.

درازن جي ھڪ ٻالڪ جنھن کي شاھہ سائين ڏسندي ئي سندس ڀڪندڙ پيشاني ڏسي ڄاتو تہ ھيءُ نينگر، ان لڪل سچ تان پردو کڻندو ۽ ديگڙي تان ڍڪڻ لاھيندو.

سچل نسورو سچ ٿي نروار ٿيو ۽ نہ رڳو حقيقت عيان ڪيائين، ديگڙي تان ڍڪ ڪنيائين. پر:

ايجھا ڪم ڪريجي، جنھن وچ الله آپ ٻڻيجي،
مار نغارا اناالحق دا، سولي سر، چڙھيجي،
وچ ڪفر اسلام ڪڏاھان عاشق تان نہ اڙيجي،
سبحاني ماعظم شاني، سچو سر سليجي.

سچ لاءِ ٻنھہ "آپ" ٻڻجي خلق خدا جي ڏکن ۽ تڪليفن کي دور ڪجي ۽ ڏاڍ ڏمر لاءِ آواز ٻڻجي وادين ۾ ڦھلجي وڃجي.

انھن ٻنھي صوفي بزرگن ان ڳالھہ کي چڱي طرح محسوس ڪيو

۽ سچ جنهن جي صورت انهن حالتن پٽاندڙ نڪري نروار ٿئي ٿي. اها ڪچڙي جي بات هنن جوئي ڪم هو.

لطيف ۽ سچل ۾ گڏيل قدر اهي آهن جو هو ٻئي سرمائيدارانه ۽ جاگيردارانه نظام جي انهيءَ پرآشوب دور جي پيداوار آهن؛ جڏهن هڪ طرف ڪلهوڙن جو راج هو. ٻئي طرف مذهب جي علمبردارن طرفان وچايل ڄار ۽ ڪوڙڪي ۾ قاتل آدم. آدم زاد ڦٿڪي رهيو هو. سچل ته آدم کي جاڳائڻ جي ڪئي:

عشق ٿي انسان. آيو سيلاني سپرين،
صورت ۾ آدم جي آدم دم مهان،
سچو تون سلطان. ستگر سچ سڃايو.

سچل لطيف کان پوءِ جي دور ۾ اچي ٿو ظلم ڏاڍيون دنگ ڪن ٿيون. تاريخ پاسو ڦيرائي ٿي ۽ سچل مام واري مارئي ڳائڻ کان پاسو ڪري بنهه پڌر ڪديو بيٺو آهي.

سچ ٿا مرد چون، ڪنهن کي وٽي نه وٽي،
يا
سچو سچيءَ ڳالهه ۾ کهڙو ڪيم گناهه.

لالچند امر ڏنومل پنهنجي ڪتاب "سونهارو سچل" ۾ لکي ٿو ته: "شاهه لطيف به غضب جو صوفي ٿي ويو آهي پر نفس کهڙو نپٽو آهي ڪيئن ان کي نهوڙي نچي تنهن جو وستار هن گهٽو ڪيو آهي. سچل طريقت کي به ترڪ ڪري، گهٽو ٺٽو حقيقت ۽ معرفت کي لڳي ويو. شاهه لطيف شينهن وانگر ڳورو ڳنڀير آهي ۽ جهنگ مايا ۾ پنهنجي حيثيت سان نفساني جناورن تي ڄمايو ويٺو آهي. سچل شڪرو شهباز آهي ۽ نت پنڪ پکيڙيو هوا ۾ پيو اڏامي. شاهه لطيف ڪڏهن هڪڙيائي گجگوڙ ڪري ٻڏائي ٿو ته آءُ ڪير آهيان. سچل نت زور شور سان سيٽيون وڄائي سڻائي ٿو ته آءُ ڇا آهيان".

منهنجي نظر ۾ سنڌ جي صوفين خاص طرح لطيف ۽ سچل سڄي دنيا جي صوفين کان الڳ سچ ۽ حق جي سايي ۾ فضا ٺاهي آهي ۽

الڳ فلسفو ناهيو آهي. هنن ٻين صوفين وانگر دنيا کي تياڳڻ يا ويراڳي ٿيڻ جو ڏس نہ ڏنو پر هنن ڌرتيءَ ۽ ان جي رهواسين سان رشتا ناتا جوڙيا. انهن جي گوندر غم جو فڪر ڪيو ۽ ان ۾ شريڪ رهيا.

"گوندر غم ويام، جڏهن ٿيس هيڪاندي هوت سين".

سچل اهو ئي سچ ڳايو جيڪو کيس ورثي ۾ مليو. پر سچل جيڪي ڏٺو ۽ تاريخ جي تسلسل کي پسيو تہ سنڌ سان ڏاڍا ڪِيس ٿي چڪا هيا.

جيڪي ڏٺو سو مون ڏٺو، آرياڻي اوهان ڇا ڏٺو.

سنڌ هزارن سالن کان ٻاهرين حملي آورن جا گهاوَ سهندي رهي آهي. سڪندراعظم کان وٺي کهاڻي ڪٽجي تہ ان ۾ علاؤالدين خلجي، نادر شاهہ احمد شاهہ ابدالي ۽ شاهہ شجاع سنڌ ۾ ڦرلٽ ۽ مارا ماريءَ جا مثال قائم ڪيا. سنڌ اندر ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ دائودپوٽن جي اٿبٽت ۽ جنگين، سنڌ ۽ سنڌين جي نہ رڳو زندگي زهر ڪري ڇڏي پر ٻاهرين کي بہ سڏي سنڌ تاراج ڪرائي. اهڙي دور ۾ سچل اک کولي ۽ هو پهريائين تہ ڏکويل رهيو:

والي، وسائيج دردمنديءَ جو ديس،
پرين مون پرديس، اُٺي ايندم اوڏڙا.

پوءِ سچل محسوس ڪيو تہ اهو نئون نسرندڙ سماج آهي جنهن ۾ حاڪم ۽ سندس تخت پنيان ريتن رسمن ۽ رواجن جو ڪرتا ڌرتا، اهو سربراهہ آهي جنهن جي خلاف جنگ جوٽجي. سچل سماج ۾ جيڪي بہ اوٺايون پسيون ان خلاف جنگ جوٽي:

توڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿيئن مردانو
پاڻ بيگانو مول نہ ڄاڻين، آهين يار يگانو
وهم سچل ڪيڏ ٻانهپ وارو، شملو ٻڌ شهانو.

هو هر ڳالهہ کان پڻ آجو هو:

ڪو ڪافر چوي ڪو مومن چوي،
آئون جوئي آهيان سوئي آهيان.

عثمان علي انصاري هڪ هنڌ لکي ٿو تہ: "سنڌ جي ادبي دنيا جو هيءُ هڪ روشن ستارو آهي، جنهن کي زاهدن جو هڪ ٽولو تحسين جي خراج ڏيڻ ۾ بخيلي ڪندو رهيو آهي. ڇو تہ سندن اعتقادن کي سچل جي هئڙن بيتن کان نيس لڳندي رهي آهي:

ملان مار م مون، مان سبق پڙهان ڪين سچڻ ڏسان

مون منڊي ۾ عرض ڪيو تہ سچ جي لاءِ ٻيو لفظ نہ آهي. تنهن ڪري سچ جي اپٽار ڪرڻ لاءِ ڪيئي دفتر کپن. ڪيئي ڪردار، اداڪار کپن جيڪي پنهنجو ڪم سهڻي نموني سان ادا ڪري سچ جو اهڃاڻ بڻجي چمڪن.

شاهہ سائينءَ کي بہ الائي ڪيترن ڪردارن جي ضروت پئي. ٻٽاڻي پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ هنڌ چئي ٿو تہ:

However Shah's tale is not the Shakespearian type. There is in fact no tragedy: Shah never wrote on... In these dramas it appears as though Allah is driving his heroines.

۽ شاهہ وٽ رب جي ذات ٻي ڪابہ ناهي، دوئي ناهي حق مڙوئي هيڪڙو آهي ۽ شاهہ اندر جيڪو ويٺو آهي، اهو ئي سندس ڪردارن جو اَمين آهي. سچل ان کي وڌ ڇيو:

آهيان آئون اسرار اديون ڪير ٿيون پانيو
نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار.

❊

پائي ڪان ڪمان ۾، ميان مار مَ مون.
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجوئي توکي لڳي.

تنهن ڪري انهن ڪردارن پنهنجو پنهنجو ڪم سهڻي نموني ادا ڪيو ۽ ائين سچ جو حق ادا ڪيو ۽ سچ ۽ حق بڻجي آڏو آيا. جن جو اَمين شاهہ سائين هو. ان ۾ سورمين سان گڏ سورما آهن. انهن ۾ ٻيا وڏا ڪردار راءِ ڏياچ ۽ ٻيجل جا آهن. انهن سان گڏ مورڙو، موکي متارا ۽ ٻيا آهن.

سچل سائين وٽ بہ مارئي آهي، نوري آهي، سسئي بہ آهي، مومل بہ آهي، پر سچل انهن زندهہ جاويد ڪردارن کي وڏائي ڪنيو آهي، جيڪي تاريخ ۾ سنگ ميل جيان اڏول ۽ ثبت ٿيل آهن. ڇو جو سچل کي سچ نروار ڪرڻو هو ۽ سچا پچا ڪردار جن عملي طرح سان سچ ۽ حق لاءِ سور سٺا، سوري چڙهيا يا سچ ۽ حق جو پرچار ڪيو. انهن ۾ وڏو ڪردار منصور جو آهي، جنهن کي بين بہ ڳايو آهي پر سچل ڪيس پڙ تي ڪٺي آيو آهي ۽ پاڻ سان گڏ، جڻ سوريءَ تي پيو نچي:

منصوري آهي راهہ اهوئي، جوش تنهن ۾ ۽ جولان،
منصوريءَ جي موج ۾ تو ”اناالحق“ الايان.

هڪ هنڌ چئي ٿو:

مڙس ٿي منصور چؤ نہ تہ ڪيمر چو منصور آن،
منصور جي منزل اتي، ڏاڍا تماچا تهمتان.

منصور جي ”اناالحق“ نعري تي فتوائون ڏئي، سندس چمڙي لهرائي وئي. تنهن ڪري سچل جي سچي نظر سندس گڻن تي آهي.

وس نہ هو حلاج جو ڪوئي محبتي مخمور هو
سر نہ جي سوريءَ ڏنائين قرب ۾ ڪو قصور هو.

جيٺمل پرسرام پنهنجي ڪتاب ”سچل سرمست“ ۾ لکي ٿو تہ:
تنهن ڪري اي عاشق! شهادت ڪر قبول:

اس بازي ۾ سر بازي هئي،
سر ڏيوڻ سرفرازي هئي.

انهي سر ڏيڻ ۾ هنن کي وڏي خوشي آهي ۽ ڪو غم نہ آهي. اهي منصور ۽ حسن، حسين جا مثال ونيو سچل بيخود ٿيو وڃي ۽ انهيءَ وقت سندس ٻاٽي حيرت جهڙي ٿيو پوي.

محبت عشق مولا جي گهٽا سي گهوٽ گهايا هئا.
مٿا ميخاني تي مستن، وٿيءَ جي وٽ وڍايا هيا.

سچ ۽ حق جا اَمين سچل سائين ڳولي ڪڍيا. حسن ۽ حسين جي قرباني مٿس گهڻو اثرانداز آهي:

حسن مارايئہ، حسين مارائيہ، ڏيئي جيءَ جفا

اهو سچ جو عشق هو ۽ عاشق سچ چوڻ کان رهي نہ ٿا سگهن. منصور ۽ عيسيٰ جو سوريءَ تي چڙهڻ، شاهہ عنايت جي سر وڍجڻ، اهي سڀ سچ کي چٽو ڪري بيهارڻ جا اسرار آهن. سچل سائينءُ جو سچ اهو ئي آهي، جو هو سچ جي علمبردارن جو مبلغ آهي:

دم عشق جس ني ماريا، اس ڳل پڙي هي ڳاري،
سرجان صدق سجن پر، سچو سرير سارا.

حقيقت ۾ سچل اهڙو اسرار ڏٺو هو جيڪو ويکيو هر ڪنهن هو پر ٻاڦ نہ ڪڍي هئي. سچل ان اسرار لاءِ ٻاڦ دمي نہ ٿو ۽ چوي ٿو:

اس چشم موري ني ايسا اسرار ديکا تا،
بيچ ابرڪي آفتاب ڪا انوار ديکا تا.

سچل جي سچ جي ڪهاڻي طويل آهي، هو اهو سچو بادشاهہ آهي: جنهن حق، سچ ۽ انصاف لاءِ نہ رڳو علم بلند ڪيو پر اهڙي جنگ جوٽي جو جيڪي سچ جا اهڃاڻ آهن، اهي مري ٿيا نہ مات، ۽ جيڪي هوندا، سي هميشه "هوندا سي حيات":

آهيان دي وچ ناهيان، نا آهيان دي وچ آهيان،
اها ڳجهي ڳجهارت ڳايان، گم هوئي لک پاتشاهيان.

سچل سرمست جي ساليانې عرس سال 1991ع واري موقعي تي پڙهيل



# آري اچين شال

انسان جي ڪهاڻي ايتري پراڻي آهي، جيترو سندس وجود. هن ڪهاڻي جو پهريون امين حضرت آدم عليه السلام کي چيو ويچي ٿو. جنهن جي ڪهاڻي پيار ۽ محبت کان شروع ٿئي ٿي. بي بي حوا ان ڪهاڻيءَ جو بيو ڪردار آهي. هن ڌرتيءَ تي پيار محبت ۽ امن آشتي جي رشتن جي تخليق ٿي ته ان سان گڏ نفرتن ۽ ڪدورتن به جنم ورتو. هر رخ کي ٻه پاسا آهن. اونده آهي ته روشني به. انسانيت آهي ته حيوانيت به ان سان گڏ جنم وٺي ٿي. حضرت آدم جي ڪهاڻي جا ٻيا ڪردار هابيل ۽ قابيل آهن. جيڪي انسان جي اندر وقت بوقت پيدا ٿيندڙ تضاد کي بيان ڪن ٿا. ان تضاد جو ڪارڻ هدايت ۽ رهبريءَ کي اورانگهي اڳتي وڌي ويڃڻ جو نتيجو آهي ۽ هن ڌرتي تي پهريون قتل ٿئي ٿو. اهو قتل ڪئين قتلامن کي جنم ڏئي ٿو ائين هيءَ ڪهاڻي پيار، محبت، امن، آشتي سان گڏ حيوانيت ۽ گمراهي جي ڪهاڻي بڻجي، تاريخ جي صفحن تي ڦهلجي ويچي ٿي. رب، انسان جي ٻئي تاريڪ رخ کي جلال سان نه پر جمال سان ڏڪيو ۽ وقت بوقت هن ڌرتي تي ڪئين پيغمبر موڪليا. آسماني ڪتاب موڪليا. ان مان ڪئين شاخون ڦٽيون. پر هن ڌرتي تي جيڪو پهريون رت وهيو هيو اهو ڪڏهن نه سڪو. انسان پنهنجي ڪرت ۾ ڏينهن ۽ رات واري تضاد کي قائم رکيو ۽ ڏٺي پنهنجي ڪرت ۾ هن ڌرتي تي سنائي، سچائي، سچ ۽ حق جو علم بلند ڪرڻ لاءِ جيڪي سندس صفتون پڻ آهن. نبين پيغمبرن سان گڏ لامحدود ولي الله، مفڪر ۽ شاعر موڪليندو رهيو. چاڪاڻ ته:

صورت سڀ انسان آتي عشق اصل،
خلق آدم عليٰ صورته جزو جهرو ڪُل،
الانسان سري وآنا سره، سچ ”سچا“ پيو سل،
پول نہ ٻي تون پل، هِتي هُتي هڪ اتي.

هن ڌرتي تي جنهن فڪر بہ جنم ورتو اهو انهي ڳڻتي ۾ غرق هو تہ انسان پاڻ سڃاڻي، جنهن جو هو تخليق ڪيل آهي. انهن ئي وصفن سان هن ڌرتي کي اجاري.

پاڻ سڃاڻڻ آيو سو پلي آيو ڪم نہ هُيڙس ڪو ٻيو،
پاڻئون جاڻي پاڻ سان هت، لنوَ تہ لائڻ آيو.

انسان ۾ غير برابري، غير متوازن هجڻ جو لاڙو تڏهن پيدا ٿيو جڏهن هن دنيا جي رنگين مزن ۾ پنهنجي هڪ ٻئي جي وجود کي فنا ڪرڻ لاءِ رستو ڳوليو. حقن تي ڌاڙا، ٻئي جي جياپي کي پنهنجي وجود لاءِ خطرو سمجهڻ، مان ئي مان هجڻ جي لاءِ هُن هيءَ ڌرتي تامڻي ڪري ڇڏي. ڪائنات جي هر شيءِ ۾ ڪثرت جا ڪئين فرق قائم ڪيا ۽ سيني شين جون الڳ الڳ حيثيتون مقرر ڪري، غير برابري تي ايمان آندو. ائين جنگ جدل، ڌاڙ، ڌمر جو بنياد پيو.

اسان جي نبين پيغمبرن جي ميٺ محبت، امن ۽ آشتي جي پيغام کي اڳتي نيڻ لاءِ جنهن فڪر وڏيڪ ماڻهن تي اثر ڪيو اهو هو صوفي فڪر. صوفين جي فڪر جڏهن قرآن جي فڪر کي سولو ڪري ماڻهن کي پڙهايو تہ ڪئين پوئلڳ ٿيا. امن جا پيامبر بڻيا. ائين امن ۽ آشتي ۾ ايمان آڻڻ وارن جو تعداد وڌيو. امن آڻڻ جو فڪر ڪو سولو فڪر نہ هو. ان لاءِ پهريان ئي پاڻ مارڻ وارو سبق پڙهڻو هو. مان ٻيو ۽ هو ٻيو وارو خيال دل مان ڪڍڻو هو. ان صوفي فڪر جي ڪهاڻي بہ ان ڏينهن کان شروع ٿي ٿئي، جنهن ڏينهن کان انسان جي ڪهاڻي. مفڪرن پيامبرن جا ڪردار، ان ڏينهن کان جنم ورن ٿا جڏهن کان، هن ڌرتي تي رب جبار پيغمبر موڪليا ۽ آسماني ڪتاب موڪليا. هي پيغمبر، هي ولي، هي صوفي، هي مفڪر، هڪ ئي سلسلي جي ڪڙي آهن:

عرش منجهارون الهي هت، ورهه وسائڻ آيو
سوليءَ تي منصور ٿي هت، سر سلائڻ آيو،
سچو وري سنسار ۾، هت پير گهمائڻ آيو.

سچل سائين به انهي لڏي جو پيامبر صوفي فقير آهي، جو هت پير گهمائڻ آيو.

سچل هن ڌرتي تي عشق ۽ امن جو پيامبر بڻجي آيو. هن سيني سماجي قدرن ۽ بنڌڻن کي ٽوڙيو. ان لاءِ ته ان جو بنياد، مان ٻيو ۽ هو ٻيو تي پيل هو. هن پهريان ئي امن جي بنياد وجهڻ لاءِ پنڊت، پادري، ملا ۽ مهنت جي مڏي خرچ تاويلن ۽ تشريحن کي رد ڪيو. هن انسان کي پاڻ اعليٰ ۽ افضل سمجهائڻ لاءِ ۽ سڀ فرق مٽائڻ لاءِ چيو:

آپي شاهه، آپي گداءُ، آپي امير امراءُ،
آپي ڌيءُ، آپي پيءُ، آپي پٽ، آپي ماءُ،
آپي جوءِ، آپي مڙس، آپي پيڻ پاءُ،
آپي موج، آپي لهر، سچل آپي دم درياءُ.

سچل اهڙين ڪيفيتن سان سرشار آهي، جيڪي ڪيس هن ڌرتي تي امن ۽ پيار ڦهلائڻ لاءِ بخشيون ويون آهن. هو هن ڌرتي تي پيل غلط روايتن کان هڪ باغي شاعر آهي. هو اهڙي مالڪ جو پيامي آهي، جتان صرف محبت ۽ پيار جا چشما ڦٽن ٿا.

We became neither Sheikhs, nor Makhdums,
Neither Kazis, nor Mullas, nor Preachers,
We contrived no devices of these hypocritical creeds,
Sachal! We have learnt noting but the art of God's love.
(K. Advani)

هو پيار جي پيغام لاءِ چوي ٿو ته:

Behold the miracle of love! It absolves us of all religions.

(K. Advani)

مذهب جي ماجيڪارين کي محسوس ڪندي چئي ٿو:

مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا،
مذهب مور نتو مڃان،
آءُ مشرب منجه مدام

ان کان اڳتي وڌي چئي ٿو:

عشق لڳيئي تاڪر آمين، نا منجهه ڪفر نا منجهه دين.

هڪ هنڌ وري چئي ٿو:

ڪم نہ سو عاشق ڪرين، جنهن ۾ تنهنجي تعريف ٿئي،
ڪڻ ملامت ڪا مٿي، مَرُ ڏيهه ٿو طعنا ڏئي.

سچل سائينءَ اها ملامت مٿي تي ڇو کنئي؟ انسان ذات کي انهيءَ تاريڪ راهن کان ڪڍي اڇي سڌي رستي تي بيهارڻ لاءِ هن سر جو سانگو لاهڻ لاءِ چيو:

جي هجين عاشق تہ برسر، مينهن محبت جو وساءِ،
ساهہ جو سانگو ڪرين تان، پير هن پڙ ۾ نہ پاءِ.

هيءُ انسانن سان عشق، هيءُ پيار ۽ محبت جو پيغام، حقيقت ۾ ان امن ڏانهن وک هئي جنهن لاءِ نہ رڳو سچل آتو هو پر ان جي شروعات لطيف جي ڏينهن ۾ شروع ٿي چڪي هئي. لطيف ۽ سچل جي فڪر ۾ هم آهنگي، اڳتي نيڻ جا پنڌ پيچرا تقريباً ساڳيا ئي آهن. ماڻهن سان محبت. ڏاڍ ڏمر خلاف جنگ. انسان اندر ٿيندڙ پيچ ڏاهہ ۽ نيڪي ۽ بدي جي ويڙهہ لاءِ نصيحتون، "مون ۾ آهين تون" وارو لطيفي سبق سچل بہ هيئن پڙهائي ٿو:

مون ۾ آهين تون، تو ۾ آهيان مان،
بجلي بادل سان، آهي جيئن سپرين.

اهي ڪيفيتون، حقيقت ۾ ان وقت سنڌ ۾، جيڪي سياسي ۽ مذهبي حالتون هيون. ان جي نشاندهي ڪن ٿيون. منهنجي نظر ۾ لطيف ۽ سچل سنڌ تي جيڪي ٿيو پي، يا جن جو لطف ۽ ڪرم رهيو يا جيڪي سچ هو يا حقيقت هئي ان جو آواز آهن. لطيف ۽ سچل سنڌ

جي ماضي ۾ ان وقت جي حال جو ردعمل آهن. ارغونن ترخانن واري دور کان ڪلهوڙن تائين واري دور کي ڏسجي. يار محمد ڪلهوڙي کان نورمحمد ڪلهوڙي تائين ۽ انهن ڏينهن ۾ نادر شاهہ جي سنڌ تي ڪاهہ. نادر شاهہ سنڌ جي حاڪم نورمحمد ڪلهوڙي جا ٻہ پٽ يرغمال ڪري وٺي ويو. انهيءَ صورتحال تي ڊاڪٽر درشهوار پنهنجي ڪتاب (The Poetry of Shah Abdul Latif Bhitai) ۾ لکي ٿي:

"The great Sindhi poet, Shah Latif who forms the subject of this study, was destined to experience the impact of internal political weakness within the sub-continent, as well as the effect of attacks from Muslims neighbors from Iran and Afghanistan.

پير حسام الدين راشدي سنڌ جي تاريخ بيان ڪندي چئي ٿو:

"ڏهين صدي هجري سنڌ لاءِ ڌارين جي تسلط زور زبردستيءَ ۽ تمام ڏچي جي صدي هئي. جنهن بعد اڍائي سؤ ورهين تائين سنڌ غلامي جي زنجيرن کي توڙي ڪانہ سگهي. انهن اڍائي صدين جي مايوس ۽ پراون جي غير شريفانہ سلوڪ، سنڌي عوام جي ذهن، فڪر، حوصلن ۽ همتن کي اينترو ڇيهو رسايو جنهن جا اثرات اڄ تائين مختلف صورتن ۾ سنڌن مزاج ۽ طبيعت تي اثرانداز رهندا اچن ٿا. ارغونن جي ابتدائي حڪومت، ترخانن جي زور زبردستي، مرزا باقي ترخان ۽ محمود بکري جي ظالمانہ گرفت، ازانسواءِ خراسان مان لاتعداد اميرن، صاحب اختيار ۽ اقتدار جي آمد، سنڌ جهڙي ننڍڙي، امن پسند ۽ مانيٽي سياءُ واري ملڪ لاءِ درحقيقت هڪ عذاب، قهر ۽ خدائي ڪوپ هو. جيڪو هتان جي گهرو جهيڱڙن جي نتيجي ۾ قدرت طرفان سزا طور نازل ٿيو. جنهن جو نتيجو اجتماعي خواه انفرادي سمورو سنڌ کي ڀوڳڻو پيو".

مٿين صورتحال کي ڏسي ائين چيو ويو تہ اسان جي عظيم شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پاڻ پنهنجي اکين سان سنڌ ۽ سنڌي سماج جي انهن پوٽن بن سؤ سالن جي غلامي جي پوين 47 سالن جي عرصي کي پنهنجي اکين سان ڏٺو ۽ ان جو مشاهدو ۽ تجربو ڪيو. اسان جو

سچل به انهي سلسلي جي ڪڙي آهي. ڊاڪٽر عطامحمد حامي پنهنجي ڪتاب ”نينهن جا نعرا“ ۾ لکي ٿو:

”سچل سائين انهيءَ زماني ۾ پرورش پاتي جيڪو سياسي لحاظ کان پر آشوب هيو. شاهه عنايت جهوڪ واري ۽ مخدوم عبدالرحمان ڪهڙن واري جي شهادت جي ياد پراڻي نه ٿي هئي. ڪيترا ماڻهو جيئرا هيا. جيڪي مٿئين واقعي وقت موجود هئا. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ۽ سندس پاءُ عطر خان جي ويڙهه، مير بهرام خان جو پنهنجي پٽ مير صوبدار خان سميت بي دردي سان قتل ٿيڻ، ميان سرفراز جو شهيد ٿيڻ ۽ مير بجار خان جو دغا سان قتل ٿيڻ وغيره سمورا واقعا سچل سائين جي وقت ٿيا. انهن کان سواءِ ڪلهوڙن جي ڪمال جو سج لهڻ ۽ ٽالپرن جي اقبال جو آفتاب ايرڻ، سچل سائينءَ پنهنجي اکين سان ڏٺو هيءُ اهو زمانو هيو جڏهن مدد خان پٺاڻ سنڌ ۾ اچي پنهنجي قهر جو طوفان ڪڙو ڪيو هو“.

مٿين صورتحال ٻڌائڻ جو مقصد اهو هيو ته سرمد هجي، شاهه عنايت شهيد هجي، لطيف هجي يا سچل. اهي وقت ۽ تاريخ جو اهڙو پڙاڏو آهن جو اڄ به سندن فڪر کي وقت جي ضرورت سمجهي، سنڌ جو ماڻهو اهو فڪر، اها سوچ پنهنجي ڪري، اها واٽ وٺڻ چاهي ٿو جيڪا کين حق، سچ، پيار، محبت ۽ امن ڏانهن نيئي. سرمد، شاهه عنايت ۽ ٻين صوفين تي جيڪو ملڪ ۽ ماڻهن جو بار هو ان کان وڌ لطيف تي پيو جو هو اهو لقاءُ ڏسندو رهيو. سچل تي وقت جو بار اچا به وڌ رهيو جو هو انهي دور تائين ڏاڍ ڏمر بدامني قتل غارت گري ڏسندو رهيو. هو وڏيڪ باغي هو انهي سماج کان جيڪو ناانصافي مذهبي متڀيد ڪوڙ ۽ ڪپٽ تي ٻيٺل هو. هن آدم جي ڪهاڻي اصل سمجهي هئي جتان شروعات ٿي هئي:

الف مون آدم ٿيو، ڪري هنگاما هل،
هندو مومن سو ٿيو، پول نه ٻئي ڪنهن پل.
خلق الاشيا فهوعينها، ايهو آڻ عمل،
ٿج گلابي گل، ٿو ماريندي منصور جيان.

سچل جو گلابي گل ٿيڻ جو تصور به منصور سان لاڳاپيل آهي.

منصور جنهن جو فڪر ناقابل شڪست رهيو. سچل گلابي گل ٽيڙڻ لاءِ تہ چيو پر اڄ تائين گلابي گل ٽيڙڻ لاءِ ڪنهن ويچاريو آهي! اڄ اسان تي سچل ڪان بہ وڏو بار آهي. اسان سچل ڪان پوءِ ڪيترن سو سالن جي تاريخ جا امين آهيون. جيڪا تاريخ، هابيل ۽ قابيل واري قصي کي دهرائيندي اچي، جيڪا تاريخ وهيل رت سڪڻ نٿي ڏئي. انسان ذات جو رت وهندو رهي ٿو. اهي ئي حقن تي ڌاڙا، اهي ئي ڌاڙيل، اهي ئي قزاق، اهي ئي ڏاڍ ۽ ڏمر جا ڏهڪاءَ. هر انسان شاهه عنايت وانگي شهيد ٿئي ٿو يا بلاول وانگي گهاڻي ۾ پيڙهيو وڃي ٿو. پر شهيد ناهي ۽ گمنامي جو موت سندس مقدر آهي.

هن سماج جو پورا ٽيڙڻ، اها غير برابري ۽ گمراهيءَ واري واٽ وٺي وڃڻ جي ڪري آهي. هر دور ۾ نبي پيغمبر آيا. انهن ڪان پوءِ ولي، مفڪر ۽ شاعر آيا. سرمد، شاهه عنايت، لطيف، سچل، سامي، بيدل ڪان پوءِ ماٺ وٺيو وڃي.

ڳالهہ نہ ڳرهڻ جهڙي، خلق اڳيان خاموش،
نہ عبرت، نہ غيرت آهي، حيراني حيرت.

اڄ اسين سڀ پاڻ حيرت جي تصوير آهيون. لطيف ۽ سچل اسان وٽ آهن پر نہ اسان وٽ امن، نہ پيار خلوص، نہ سچ، نہ حق. ڇا وري ڪو لطيف اچي يا سچل اچي؟ ڇا هيءُ ڪلام سڀ لطيف ۽ سچل جو پرتوُ نہ آهي؟ سندن وجود جو احساس نہ آهي. پوءِ ڇو اڄ اسين سياسي مصلحتن جو شڪار آهيون. ڇو نہ اسين سچل وانگر اهو چئون ٿا:

سچ ٿا مرد چون، ڪنهن کي وٺي نہ وٽي،
ڪوڙي دوستيءَ جو دم ٻٽي نہ ٻٽي.

مان انهي انسان، انهي آدم جي ڪهاڻيءَ کي هت ختم ڪريان ٿو. جنهن جي فڪر کي اڏوهي وٺي ويئي آهي. هو عظيم صوفي شاعرن ۽ مفڪرن جي فڪر کي وساري ويٺو آهي ۽ وٽس لڳي ٿو تہ اٽڪٽ تاريڪ رات آهي. باک ڦٽڻ لاءِ وري بہ هن کي انهن صوفي شاعرن، مفڪرن ڏي وڃڻو پوندو. هن دور جي انهن عظيم شاعرن وَرُ وَرُ ڪيو بيوسي مان نهاريو ٿئي:

آري اچين شال، نماڻائي جي نجهري،
هيءُ مون ڏسي حال، ڪرين غور غريب تي.

اسان جو حال بہ حال هجي، اسين پنهنجو پاڻ سڃاڻون تہ بسم الله ٿئي بس آهي. سچل انهي سڃاڻ ۾ قدر لاءِ چوندو وڃي ٿو ۽ چوندو رهندو:

اگر اپنا قدر تم جانو سپاه سالار تم هوگا،
اوئي اندر اوئي باهر، همہ اظهار تم هوگا.
عجب هئي بات باطن ڪي، بہ گوش دل ڪي تم سن ڪر،
يقين ڪي آئو ميدان مين اصل اسرار تم هوگا،
ڪيا ڪيا ڪام سڪندر ني، جو سارا ملڪ لي جاتا،
پڪڙلي ملڪ دل کا تم، سڪندر وار تم هوگا.
سچو ڪي ذات معلوم هئي، سچو سچ هئي جو اوئي هئي،
نهين ڪوئي دوسرا دلبر، اوئي دلدار تم هوگا.

هن مقالي کي سچل سرمست جي ساليانی عرس سال 1992ع
تي پڙهيل مقالن مان، بهترين مقالو قرار ڏنو ويو



## مددي ڪتاب


1. آڏواڻي، ڪلياڻ، سچل، جئہ هند ڪاليج، بمبئي 1954ع.
2. آڏواڻي، ڪلياڻ: سچل سرمست جو چونڊ ڪلام، ساهتيہ اڪيڊمي دهلي 1979ع.
3. بلديو متلاڻي، سچل جون واديون، بلديو متلاڻي الهاس نگر 1991ع.
4. تنوير عباسي: شاهہ لطيف جي شاعري، نيو فيلڊس پبليڪشنز حيدرآباد.
5. حامي، عطا محمد: نينهن جا نعرا، سنڌي ادبي بورڊ جام شورو 1992.
6. درشهوار سيد، ڊاڪٽر: دي پوئٽري آف شاهہ عبداللطيف، سنڌي ادبي بورڊ جام شورو 1988ع.
7. گوبند مالهي: سچل سرمست، مضمون، ٽماهي- رچنا—ڪلڪتہ جولاءِ- سيپٽمبر 1989ع.

# ماضي جا صوفي-اڄ جا مسيحا

هن ڌرتي جي گولي تي جڏهن ڪان جاڻ جي پکي پرڙا ڦهلايا آهن ۽ چوڌاري اُهو پکي ماضي کي وساري حال جي ٻولي ٻوليندو وتي ٿو ماڻهن کي نوان گس نوان پنڌ ڏسيندو. تاريخ جي صفحن مان هن پکي جو گذر جو به ٿيو آهي پر، اڄ جو پکي جنهن نموني جي جاڻ ڏئي ٿو اُها جاڻ (Electronic Media) جي وسيلي ائين تکي پئي پهچي جهڙي برق.

هن جي ٻولي اها آهي ته جيڪي منجهه جهان آهي اُهو اهو ئي آهي ته پنهنجين خواهشن ۽ گهرجن جو پورائو ڪريو هر شيءِ ۾ اک وجهي اُن کي هڙپ ڪريو. پنهنجن خواهشن ۽ گهرجن جي پورائي لاءِ پنهنجو ضمير پنهنجي سوچ وڪڻي ڇڏيو. دنيا جي گولي تي هر شيءِ موجود آهي ان لاءِ ئي سوچيو ۽ پوءِ ٻئي جي حقن تي ڌاڙو هڻو ڦر ڪيو جنگ جدل ڪيو ماڻهو ماڻهو کي ڦري ۽ کائي، قومون قومن کي کائن ۽ ڳهن. وڏي مڇي، ننڍي مڇيءَ کي ڳڙڪائي ۽ کائي، ڪا فڪر جي ڳالهه نه آهي. دنيا ۾ هن وقت آدم جو آدم جيئڻ ائين حرام ڪري جو هر هڪ پنهنجي خواهشن ۽ گهرجن جي پورائي لاءِ ڳڻتي ۾ گرفتار هجي. ڳڻتي به اهڙي جا کيس خوف ۽ هراس ۾ مبتلا ڪري، هئڙي ڳڻتي هن دور جي پيداوار آهي.

مون ڳڻتي (Anxiety) تي هڪ ڏاڍو سٺو مضمون ٽائيم رسالي ۾ 1965ع ۾ پڙهيو هو جنهن جو ترجمو منهنجي دوست سليم خواجه ان وقت ڪيو هو. ان ۾ ڇا ڪجهه نه هو. هن دور جي دردناڪ ڳڻتيءَ وهيڻي ڪهاڻي جو منڍ هو ۽ پڇاڙي اڃا تائين نه ٿي آهي. اهو مضمون ڪجهه هيئن شروع پئي ٿيو: "پاڻ وهيڻي لفٽ هڪ جهٽڪي سان

بيهي رهي ٿي. لفٽ جا در نهايت آهستگي سان کُلن ٿا. پر ٻاهر نڪرڻ جي در بدران مسافر کي هڪ پٽ نظر اچي ٿي. هو ست ڏئي آڱر سان بٽڻ دٻائي ٿو. ڪجهه به نه ٿو ٿئي. آخرڪار هو خطري جي گهنٽي وڄائي ٿو. هينئان (Starter) جو کهرو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. "ڇاهي؟" مسافر ٻڌائيس ٿو ته هو پنجويهين ماڙ تي لهڻ چاهي ٿو. لائوڊ اسپيڪر مان آواز اچي ٿو "هن عمارت ۾ پنجويهين ماڙ آهي ئي ڪانه" مسافر وراڻيس ٿو "اهو وري ڪيئن؟ مون کي هتي ڪم ڪندي ورهيه ٿي ويا آهن؟" هو پنهنجو نالو ٻڌائيس ٿو. اُتر مليس ٿو: "مان اهو نالو اڳ ڪڏهن ٻڌو ئي ڪونهي". "گهٻراءِ نه" مسافر پنهنجو پاڻ کي چوي ٿو: "هي رڳو ڊيڄارين ٿا" پر وقت گذرندو ٿو هلي ۽ ڪا تبديلي ڪانه ٿي اچي. ان بي انت گهڙي ۾ مسافر جو ٻاهرين دنيا سان لاڳاپو اهي نيزاريون ۽ ٻن چئن کهرن ٺولهن جي ڏي وٺ ئي آهن. نيٺ اهو به ختم ٿي ويس ٿو. هيٺ وارو ماڻهو چئيس ٿو ته هو واندو ڪونهي. اُمالڪ مسافر کي ڊپ ويڙهي ٿو وجي ۽ هو دانهن ٿو ڪري: "ترس ميان! مون سان ڳالهائيندو رهه" پر لائوڊ اسپيڪر خاموش ٿي وڃي ٿو. ڪلاڪ، ڏينهن يا صديون گذري وڃن ٿيون. مسافر پنهنجي رُڪائين دٻي ۾ ڊپ وچان ڪروندڙر ٿي ويهي رهي ٿو ۽ هن جون نظريون چمڪندڙ ڏاتوءَ جي اُن اوزار (Grille) ۾ ڪتل ٿيون رهن جنهن مان ڪڏهين اهو آواز آيو هو. "ان اوزار جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. شايد اهو آواز وري ٻڌڻ ۾ اچي".

ليڪڪ اها ڪهاڻي ٻڌائي چئي ٿو ته هيءَ جرمنيءَ جي اشاريت پسند اديب فرانز ڪافڪا جي ڪا آکاڻي ناهي نه وري هن جي ڪنهن همعصر نقال جي آکاڻي آهي. هيءُ هڪ خواب آهي، جيڪو تازو نيويارڪ جي هڪ ڪامياب شهر لڌو. فرائيڊ جو پوئلڳ يا ڪو بيو نفسي ڇيد جو ماهر ان جو مطلب ڇا به ڪڍي، اهو خواب هڪ اهڙي دور لاءِ هڪ مڪمل تمثيل طور ڪم اچي سگهي ٿو جنهن کي عام طور "ڳٽنجي جو دور" چيو وڃي ٿو. هيءُ انهن ڇپ جيڏهن شهري منارن بابت ٻڌائي ٿو. جن ۾ حياتي تهه خانن جهڙن اونداهين ۽ سوڙهين ڪوئنين اندر گهاري وڃي ٿي. هيءُ خواب هن صدي جي انهن ڏينهون

ڏينهن وڏيڪ پيچيده ٿيندڙ ڪلن بابت ٻڌائي ٿو جن تي ڪو هڪڙو ماڻهو ضابطو رکي نه ٿو سگهي. هيءُ خواب نه رڳو چٽاپيٽي سان ڀريل ڪاروباري حياتيءَ بلڪ هڪ سدائين ڦرندڙ گهرندڙ سماج جي تڪڙن لاهن چاڙهن بابت ٻڌائي ٿو. هيءُ خواب ان خطري ڏانهن اشارو ٿو ڪري ته انسان پنهنجي انفراديت وڃائي نه ويهي. هيءَ خواب پنهنجن هم جنسن، دنيا ۽ هن دنيا کان پوءِ ٻيو جيڪي ڪجهه هجي، تنهن سالن لهه وچڙ ۾ اچڻ لاءِ انسان جي جنون جي حد تائين پهتل گهرج ڏانهن اشارو ٿو ڪري. سڀ کان مٿي، هيءَ خواب ان خدا بابت ٻڌائي ٿو جيڪو خاموش ٿي ويو آهي“.

مان ٻُڍتي جو اهو خوفناڪ روپ پڙهي، في الحال ته ان خدا وانگر چپ ٿي ويو هوس، جيڪو خاموش ٿي ويو آهي. مان ٻُڍتي ۽ خوف ۾ مبتلا ٿي، علم دين جي ماهرن ڏي ڀڄو هوس. خدا کي ڳولڻ لڳو هوم. هر هنڌ هر جاءِ، مسجدن ۾، خانقاهن ۾. آواز ٻڌڻ لاءِ وڏن منارن تي چڙهي ويو هوس، ته خدا جي ويجهو ٿيان ته من آواز ٻڌان. ات وڏيڪ پوءَ ٿيم ۽ ٻُڍتي ٿيم ته ان منارن تان هيٺ ڪري نه پوان. نيٺ هڪ ڏينهن رلندي رلندي واٽ ويندڙ فقيرن جي ٽولي ڏٺم ڏاڍو منو پئي ڳائئون:

من ۾ الا سو تن ۾ الا،
محبوب ڳولي ڏس من ۾ الا.

مون کانئن پڇيو ”يارا ڪير آهيو“ چيائون ”سائين فقير آهيون“. عربي ۾ فقير جي معنيٰ آهي گداگر يا پينو. مون ڪجهه آچيو مان ته چيائون:

گولا جي گراهه جا، جوناسي جوڳي،
قتل او قوڳي، جنين شڪر سانديا.

زور ڪيو مان ته چيائون:

جي فڪر ڪئون فارغ ٿيا، ٿيا دنيا کان دور،
هوندا سي حضور، آءُ ته ڳرهيون.

ڳالهين ۾ پياسين ته منهنجا سڀ اهنج لهي ويا، ڪاڏي ويا ڏپ ڏاءَ، ڪاڏي ويو خوف هراس، ڪاڏي وئي ٻُڍتيءَ جي ڏائڻ.

چيائون "سائين! ڪهڙي ڳڻتي ۾ هيا". چيو مان تہ "هن دنيا پُٺہ ڏنو آهي، خدا کي ٿو ڳوليان ڪو اُهو ترياق ڏسيو". اتي چيائون تہ "سائين ڪجھہ صوفي فقيرن جون ڏنل سوکڙيون اسان وٽ آهن. اسان وٽان کنيو وڃو. شايد توهان جي دل جو درمان بڻجي، ڳڻتي فڪر کان آجا ٿيو".

ڪٽي جو سوکڙيون سوجهيان، تہ مارا هيءَ تہ فقير ڪينهن. پر وڏا امير ۽ "سپ ڪي" وارا مٽيادار ماڻهو آهن. سوکڙيون اڄ بہ سنڀاليل اٿم:

ڏني ڏکويا، اڻ ڏني راضي ٿئا،
صوفي سي ٿيا، جنءَ ڪين ڪيائون پاڻ سين.
(شاهہ)

پوءِ چيائون:

مونا جن محراب، جسو جامع تن جو
قبلي نماءُ قلب ڪري، تن کي ڪيائون طواف،
تحقيق جي تڪبير چئي، جسمان ڏنئون جواب،
تن ڪهڙو ڏوهہ حساب، جن هينئڙي هادي حل ٿيو.
(شاهہ)

چيائون سائين هاڻ اچا بہ اڳيرو ۽ توهان جي ڳولا جو جواب آهي.

حڪم هلي ٿو جنهن سان، سو ڪر پيدا پاڻ،
صورت سا سڃاڻ، منهن ڪري مورت کي.

مون ورتي فقرا لڏي جي پٽ، اڇي لطيف پيڙو ڪيائون، اُتان کنيائون اڇي سچل وٽ متيائون. ڳڻتيون فڪر تہ لٿا پر ڳولا جو عمل جاري آهي. ڏس پنڌ اهو ئي مليو

"تون" هي سان "تون" ليين "مان" ليان "تو" سان،
"تون"، "هي"، "آءُ" سيهين "لا" ۾ موجودات ٿي.
(سچل)

پاڻ سڃاڻڻ لاءِ اها ڳالهہ مليم پر الائجي چو پئہ نہ ٿيم:

جي تو ڄاتو "پاڻ"، تہ "آءُ" ٻيو ڪو آهيان،
ڪنڌءِ غرق گُمان، ڦِٿيلا انهي ڳالهہ ۾.
(سچل)

صوفي فڪر کي هر ڏُکٽيءَ جو علاج پائنيں، مون نہ رڳو شاهہ، سچل، سامي پڙهيو، ٻڌو پر وڃي منبع لڌا. هونئن بہ جڏهن حقيقت عشق موت يا ڏُکٽي وانگر عالمگير هوندي آهي تہ ان جو پورو پورو اندازو لڳائڻ يا ان جي درجي بندي ڪرڻ تمام ڏکيو ٿيو پوي. ماڻهو جيڪڏهن ڏُکٽي نہ ڪري ها تہ هو انسان نہ هجي. ڇا ماڻهو اڄ اڳي کان بہ وڌيڪ فڪرمند آهي؟ ڇا هن جون ڏُکٽيون ۽ انديشا حضرت ايوب کان نرالي نوعيت جا آهن؟ يا ڇا هن دور جو انسان بگڙيل تاريخي نقطہ نظر جو شڪار آهي، جو هو سدائين حال کي ماضيءَ کان وڌيڪ وڏو ۽ برتر سمجهندو آهي؟

جيتوڻيڪ مفڪر انهي ڳالهہ تي متفق آهن تہ، هن دور ۾ ڏُکٽي في الحقيقت ڪميت توڙي ڪيفيت ۾ مختلف ضرور آهي پر بنيادي طرح سان، انسان بنيادي خصلتن ۽ جبلتن ۾ اڄ بہ ساڳيو آهي. ان لاءِ ضروري هو تہ ماضي جي ماڻهن ۽ انهي دور جي انهن مسيحائن کي بہ ڳولي لهجي، جن انسانن جو علاج ڪيو ۽ کين غم ۽ فڪر کان آجو ڪيو.

شروعات حضرت آدم کان ٿئي ٿي. ڪئين نبي، پيغمبر، ولي ۽ مفڪر آيا. هر هڪ پنهنجي دور جو مسيحا هو. صوفي فڪر تڏهن جنم ورتو جڏهن انسان کي ڏُکٽي فڪر کان آجو رکڻ وارن جو مواد تہ ڪنو ٿي ويو هو پر هر دور جي تقاضا پنهنجي هئي. دنيا جي گولي تي آدم وڌندو پئي ويو فڪر ۽ نظريا ڦريا گهريا پي. ماڻهو بنهہ منجهي پيو. مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا وانگر، ضروري هو تہ مذهب سان گڏ انسانن لاءِ هڪ اهڙو فڪر ايجاد ڪجي، جيڪو نہ رڳو کين مادي ڏُکٽيءَ کان آجو ڪري، پر روحاني خوشي ڏي، من جي تسڪين ڏي، امن ۽ آشتي ڏانهن ڪٺي وڃي. صوفي فڪر تي جن بہ ڪم ڪيو انهن جو مقصد انسانن کي هڪ عالمي فڪر ۽ نظريي کان آگاهہ ڪرڻو هو.

جنهن ۾ محبت، عشق، سچائي، سونهن ۽ سوڀيا، امن ۽ آشتي جو پرچار هو.

انهي فڪر جا جيڪي اڳواڻ هئا اهي اڄ جا مسيحا آهن. انهن جي لسٽ وڏي آهي پر ڪجهه هن طرح آهن. ابراهيم ادهم، بايزيد بسطامي، بلاول، بلهي شاهه، حسين بن منصور حلاج، مولانا جلال الدين رومي، سرمد، شاهه عنايت، شبلي، بوعلي قلندر، شمس تبريزي، شهباز قلندر، فريدالدين عطار، شيخ جنيد، شيخ هيڪل، صنعان، عبدالحق، عبدالخالق، عبدالله هروي، قاسم، ڪپاهي، ڪرمل، موسيٰ مهدي شاهه، نجم الدين اڪبر وغيره. خاص طرح هڪ مفڪر، محي الدين عربي جنهن کي شيخ اڪبر چيو ويو. ان جو احوال ضرور اسان جي رهبري ڪندو.

ابن عربي جي خاص طريقت جيڪا طريقت خاتميه، طريقت عربيه ۽ زياده تر طريقت اڪبريه جي نالي سان مشهور ٿي. هو اهل تصوف ۾ زياده تر شيخ اڪبر جي نالي سان مشهور آهن. خاص طريقت رکڻ جو مقصد اهو آهي ته هنن پنهنجي طريقت، ڪنهن مرشد يا شيخ کان نه اخذ ڪئي، پر اندلس جي قيام دوران يا ملڪ جي مختلف شهرن جي سير سياحت دوران، روحاني عرفاني ۽ معنوي راهن تي هلندي، هو مردن ۽ عورتن سان مليو ۽ انهن مان گهڻن بزرگن جي خدمت ۾ فائز ٿيو. خدا رسيده هستين جي برڪات کان بهرمند ٿيو.

مسيحائن ۾ ٻيو اهم نالو مولانا جلال الدين جو اچي ٿو. مولانا (604 کان 671هه) خود ابن عربي وانگر عالم اسلام جو هڪ دانا ترين ۽ معروف ترين عارف، نادر روزگار ۽ دنيائي علوم ۾ چوٽي جي بزرگن ۽ نسل انساني جو وڏي اهميت وارو شخص هئو.

چيو اهو وڃي ٿو ته ابن عربي 620هه کان پنهنجي وفات 638هه تائين دمشق ۾ ئي هو. مولانا جو حلب جو سفر سن 630هه ۾ ٿيو ۽ هو انهي شهر ۾ ٿورو عرصو ترسڻ کان پوءِ دمشق ۾ پهتو. اها ڳالهه حقيقت جي ويجهو آهي ته مولانا جهڙي مردان خدا آگاهه جي متجسس ۽ متلاشي انسان کان اها ڳالهه بعداز قياس لڳي ٿي ته هو ايترو عرصو دمشق ۾ هجن ۽ هئڙي شهر آفاق شخصيت يعني محي الدين اڪبر سان نه مليا هجن. سمجهجي

ائين ٿو تہ مولانا جلال الدين، ابن عربي جي شاگرد صدالدين قونوي جي معرفت ضرور ملاقات ڪئي هوندي. محسن جهانگير جي تاليف ڪيل ڪتاب ۾ مولانا جي تعريف ۾ هڪ شعر ملي ٿو: "جيڪڏهن اسان جي اندر الوهيت جي ڪا شڪل هجي ها تہ هو تہ هجي ئي ها. ان ۾ نہ مان ڪو ڪنايہ ڪان ڪم وٺان ٿو ۽ نہ متردد آهيان".

چيو اهو بہ وڃي ٿو تہ شمس تبريزي بہ ابن عربي سان ملاقات ڪئي ۽ ابن عربي جو مٿس اثر ٿيو. اها بہ ڳالهہ نوٽ ڪرڻ جي آهي تہ مولانا جلال الدين رومي پنهنجي ديوان شمس تبريزي، جيڪو فارسي ۾ سندس وڏو ديوان آهي، تنهن ۾ ٻن بين صوفي ۽ مفڪرن جو ذڪر ڪندي چئي ٿو:

ماز پئي سنائي و عطار آمديم.

اسان سنائي ۽ عطار واري ساڳي واٽ ورتي آهي.

چيو اهو ئي ويو آهي تہ شاهہ سائين سان مولانا روم جو ڪلام گڏ هوندو هو. هيءُ مسيحائي جو سلسلو وڏو آهي. سنڌ ۾ اسان جو شاهہ ۽ سچل انهي سلسلي جي ڪڙي آهن ۽ ماڻهن جي دکن ۽ دردن جا درمان ٻڌيا آهن ۽ کين ڳڻتي ۽ فڪر کان آجو ڪيو آهي. لطيف انهي پنڌ جي پانڌيئڙن ۽ فڪر بخشيندڙ لاءِ چئي ٿو:

واڃٽ ويراڳين جا، مون وٽ وڏو مال،
مقالان مهند ٿئا، ڪونهي وٽن قال،
حاصل جنين حالُ آئون نہ جيئندي اُن ري.

سچل سائين تہ ڪُني جا ڍڪڻ لاهي بنهہ ٻاڦ ٻاهر ڪڍي وڃي، مورڳو انهي مڙس جو پاسو ورتو جنهن چمڙي لهرائي ڇڏي ۽ تاريخ جو وڏو شهيد ليکيو ويو. اهو هو ابن منصور حلاج.

ابن منصورءَ الحلاج جو فڪر، جيڪو سچل سائين تي عيان ٿيو ان لاءِ حبيب الله صديقي لکي ٿو تہ:

Mansur is symbol of selfless sacrifice in the path of love. This symbol is widely employed in sufistic poetry down to the times of Sachal Sarmast. The hallajian tradition of a desire and of submission to suffering in the

quest of communion with the absolute truth (حق) and expressing such an experience without reservations, has found a special appeal in Sindh, may be on account of its identification with the character, of heroins in Sindhi folklore who took to the path of self annihilation (فنا) in order to unite with their beloved- hence also the symbol (علامت) Ibn-e-Mansure Hallaj in Sindhi sufistic poetry of a true lover and its impact on all of us sitting here.

منصور "اناالحق" جو نعرو هنيو ۽ سچل چئي ڏنو:

پنهنجي ذات لڪائي ڪيئن ٻي ذات سڏايان،
اعليٰ اعظم شان جي نوبت نيهن وڄايان،
منصوري جي موج ۾ ٿو اناالحق الايان.

هڪ هنڌ سچل چئي ٿو:

از مي منصور بنوشيده ام،
خلعتي از عشق بپوشيده ام،
از جسد و روح ڪہ بگشته ام،
ازمن و ماني همه تن رسته ام.

سچل منصور جو عاشق هو ۽ منصوري فڪر کي عام ڪيو اٿس:

مڙس ٿي منصور چؤ نہ تہ ڪيم چؤ منصور آن،
منصور جي منزل اتي ڏاڍا تماچا تهمتان.

اڳتي چوي ٿو:

وس نہ هو حلاج جو ڪوئي محبتي مخمور هو،
سر نہ جي سوريءَ ڏنائين قرب ۾ ڪو قصور هو.

هيءَ تہ هيا ڪي ماضي جا صوفي مفڪر. جن اسان جي اڄ جي ڪروڙن ماڻهن جي دلين تي حڪومت ڪندڙ شاهہ ۽ سچل کي دڳ ڏسيو ۽ انهن جي رهبري ۾ سنڌ جي ماڻهن لاءِ هڪ الڳ حياتي گهارڻ. جيئڻ ۽ مرڻ جا قدر طئي ڪيا. ان ڪان الڳ دنيا ۾ پهريون پيرو لطيف

سائين. شايد ان ڪري موسيقي ۽ راڳن جي وسيلي هيءُ پيغام عام ڪيو تہ گونذر غم سڀ گم ٿي ويا. سچل بہ ان جي پوئواري ڪئي.

هنن شايد ان ڪري لوڪ ڪردار ڪنيا. جيڪي ماڻهن جي دلين ۾ اڳ ئي بيٺل هئا. انهن کان اهو ڪي چوايو جيڪو ڪو مذهبي مبلغ بہ نہ ڪري سگهي. مارئي جو وطن سان عشق، سسئي جو وو وو ڪرڻ ۽ ووڙڻ وارو جذبو سهڻي جو دهشت دم دريا واري ڪيفيت ۾ اڇلون ڏيڻ، مومل جو مجاز بيجل جا آلاپ، موکيءَ جا مٽ پرڻ، وري راءِ ڏياچ جو سر ڏيڻ، مورڙي جي ڏاهپ، راڻي جي غيرت، چنيسر جو مان ۽ پرم: اهي سڀ انساني وصفون هيون يعني (Virtue) ۽ انساني قدر (Values) هيا جن جو لطيف ۽ سچل پرچار ڪري ماڻهن جا ويج طبيب بڻيا ۽ مسيحائي ڪئي.

لطيف ۽ سچل ڪي من جي مونجهہ لاهڻ لاءِ سڀ ڪو هينئين سان هنڊائي تہ شايد سڀ غم وهم لهي وڃن. پر سچل هڪ ڳالهہ ضرور ڪري ٿو ۽ ڪي اصول قائم ڪري ٿو.

ماٺ ڪريان تہ مشرڪ ٿيان ڪڇان تان ڪافر.
انهيءَ وائي ور، ڪو سمجهي سچي ڏنو چوي.

ڳالهہ آهي ئي هن ڌرتي جي گولي تي وائي جو ور سمجهڻ جي. شال اسين اهو وائي جو ور سمجهون تہ سڀ سڻائي ٿي پوندي.

سچل سرمست جي عرس 1993ع واري موقعي تي پڙهيل



## ببليوگرافي


1. محسن جهانگيري (مترجم: احمد جاويد سهيل): محي الدين ابن عربي، حيات و آثار اداره ثقافت اسلاميہ لاهور 1989ع.
2. عثمان علي انصاري: رسالو سچل سرمست، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد 1959ع.
3. حبيب الله صديقي: مضمون "منصور حلاج". سرمست - 11، سچل يادگار ڪميٽي خيرپور 1991ع.
4. سليم احمد (مترجم): ڳٽڻي: امريڪي رسالي ٽائيم تان ورتل ماهوار - روح رهاڻ - حيدرآباد جنوري 1965ع.
5. بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر: توسيعي ليڪچر (تقرير) سلسلي وار سرمست - 12 سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور - 1992ع.

# يار سچوءَ رنگ لايو

آغا سليم سان صرف سجاڳپ ئي نہ پر اهڙو ساٿ رهيو آهي، جيڪو هم خياليءَ کان اڳتي وڌي محبت ۽ خلوص جي تاجي پيٽي سان اُڻيو ويو آهي. اڄ جيڪڏهن آغا سليم جي ڪابہ تحرير سامهون ايندي آهي تہ مان پاڻ کي ان تحرير کان الڳ نہ سمجهندو آهيان.

آغا سليم بنيادي طور افسانہ نگار آهي. هن پوءِ ناول بہ لکيا. سندس تحرير ۾ هميشہ هڪ رومانيت وارو انداز هوندو آهي. سندس بولي هميشہ مٺي ۽ جذباتي هوندي آهي. سندس نثري زبان هڪ شاعر واري زبان محسوس ٿيندي هئي. مان هميشہ کانئس پڇندو هيس تہ "يار تون شاعري ڇو نٿو ڪرين؟" هو پنهنجي روائتي ۽ پراسرار مسڪراهٽ سان وراڻيندو هو "يار! مان ۽ شاعري. هي هن ڪائنات جون ڪهاڻيون آهن. انهن ۾ رومانس آهي، شاعراڻو تخيل بہ آهي، پر شاعريءَ واريون بندشون مان نٿو ڄاڻان".

ڪجهہ وقت گذريو جو خبر پيئي تہ هو شاهہ لطيف جي بيتن جو ترجمو ڪري رهيو آهي. هڪ ڏينهن منهنجو دوست حميد آخوند مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ "اسان شاهہ لطيف جي هڪ سُر جو اردو ترجمو شايع ڪيو آهي ۽ اهو منظوم ترجمو آغا سليم ڪيو آهي. ان جي مهورت واري گڏجاڻي رتي رهيا آهيون. آغا سليم ۽ منهنجو خيال آهي تہ تون انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ خاص تقرير (Keynote Speech) ڪر ۽ ان سان گڏوگڏ ڪتاب ۽ مترجم کي متعارف ڪراءِ". مان چپ رهيس مگر جڏهن آغا سان گفتگو ٿي تڏهن مون کي ڏڍ مليو ۽ چيم مان ضرور ڳالهائيندس. انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ جڏهن مان ڳالهائي چڪس تہ

حميد آخوند، آغا سليم ۾ ٻڌنڌڙن ڏاڍو ساراهيو. مون کي اڄ به اهي شعر ياد آهن ۽ آغا جون ڳالهيون به.

شاھ سائين جو هي بيت ڏسو جيڪو "سُر مومل راڻو" جو آهي:

جهڙا گل گلاب، جا تهڙا مٿن ويس،
چوٽيا تيل چنبيليا، ها ها هُو هميش،
پسئو سڪ سيد چئي، نيهن اچن ٿا نيش،
لالڻ جي لبيس، آتڻ ڪونہ اُجهي.

۽ ان جو خوبصورت ترجمو ڏسو

جیسے پھول گلاب کے ایسا انکا بھیس،
جوڑے خوشبو میں رچے، مہکے مہکے کیس،
دیکھ کے سندر بھیس، حیرت میں سارے ہوئے۔

انهيءَ سُر جو هڪ ٻيو بيت به ياد آهي:

جنهن تڙ ڌوڙيون ڌُون، چوٽا چندن چڪ ڪيو،
اچن ينئر ينيولئا، پاڻيءَ تنهين پُون،
رانول رتو رُون، ڪو وهہ لڳو واسئين.

ترجمو

دھوتی ہیں جس گھاٹ پر چندن مہکی زلفیں،
بھنورے سمجھے پھول ہیں تال میں آن پڑے،
دیکھ کر راول روئیں، مہک سے پریت بھنورے کی۔

هي تہ هيا ڪجهہ لطيف سائينءَ جا بيت، جي آغا سليم ڏاڍي خوبصورت انداز ۾ ترجمو ڪيا هئا. رهيون آغا سليم جون ڳالهيون سو اُهي بہ ٻڌائي ٿو ڇڏيان.

مون آغا کي چيو هو تہ هي منظوم ترجمو تو موسيقيءَ جي ماترائن کي سامهون رکي، انهن کي هنديءَ جي آميزش سان سنواريو آهي. آغا انهيءَ جي جواب ۾ پنهنجي پراعتماد لهجي ۾، جيڪو ڪجهہ چيو هو سو مان اڄ تائين وساري نہ سگهيو آهيان. چو جو اڄ سچل سائينءَ جو

هي منظوم ترجمو انهيءَ خيال جي تاڃي پيٽي کي وڌيڪ مضبوط ڪري ٿو.

هن چيو هو تہ: "جيئن شاهہ سائينءَ جو ڪلام سماجي روايتن جو حامل آهي ۽ انهيءَ واسطي ئي شاهہ سائينءَ ان کي سُرن ۾ آندو آهي ۽ مون بہ انهن سُرن ۽ راڳن کي سامهون رکندي ئي ترجمو ڪيو آهي. يار حميد! توکي تہ خبر آهي تہ جڏهن مسلمان صوفي هندستان ۾ آيا تہ، انهن هنديءَ ۾ ئي ڳايو ۽ جيڪو بہ ڪلام چيائون سو هتان جي عام ماڻهن جي زبان ۾ ئي چيائون. تون بابا فريد گنج شڪر، بُو علي قلندر، امير خسرو عبدالرحمان خان خانان ۽ ملڪ محمد جائسيءَ جي ڪلام کي ڏس".

پوءِ هن بابا فريد گنج شڪر، بو علي قلندر ۽ امير خسروءَ جا شعر ٻڌايا:

ڪاگا سب تن کائيو، چن چن کائيو ماس،
دو نينان مت کائيو جنهين پيا ملن ڪي آس.
(بابا فريد گنج شڪر)

سجن سکيري جائين گي، نين مرينگي روءِ،
بدنا ايسي رين ڪرو، پور ڪدي نا هوءِ.
(بو علي قلندر)

۽ پوءِ پنهنجي ڳالهہ کي وڌائيندي چيو هئائين تہ: "حميد! مون انهن روايتن کي سامهون رکندي ان ئي انداز سان ترجمي جي شروعات ڪئي آهي. ائين بہ مون شاهہ جي (Feminine Tone) جي روايت کي برقرار رکيو آهي. ڇو جو ان ۾ مڪمل سپردگي (Complete Devotion) آهي ۽ اها هنديءَ ۾ ئي ادا ٿي سگهي ٿي. هونءَ بہ چندوديا ۾ عربي ۽ فارسيءَ جا ايترا لفظ نٿا سمائجي سگهن ۽ پچي نٿي پون ٿا".

مون جڏهن بہ آغا سليم جي ٻين سُرن جا ترجما ڏٺا يا ٻري سندس پنهنجا شعر ٻڌا تہ، هو مون کي ساڳيو ئي (Sublimity) وارو ۽ موسيقيءَ جي ماترائن وارو آغا نظر آيو. اج بہ جڏهن هو ڪو شعر

ٻڌائيندو آهي ته سنڌس آڱريون به ماترائن جي حساب سان هلڻ لڳنديون آهن. اڄ ڪلهه ته هو اليڪٽرڪ جي باجي تي به جهونگاري شعرن کي سُرن ۾ آڻيندو آهي.

هونءَ منهنجي نظر ۾ آغا سليم نفيس جذبن جو مالڪ آهي، ۽ اهو ان حُسن ۾ يقين رکندو آهي، جيڪو اسان جي اندر ۾ آهي. انهيءَ ڪري هو نه رڳو شاهه لطيف جي جمالياتي حس پر سچل سائين، جيڪو شاهه سائينءَ جو هم سفر آهي، جي اندروني ڪيفيت کان به آگاهه آهي ۽ شايد اهو ئي سبب آهي جو ان شاهه لطيف جي ڪافي سُرن کي اردوءَ ۾ ترجمو ڪرڻ بعد، سچل سائينءَ جي ڪلام جو اردو ترجمو ڪيو آهي. هونءَ سچل اردوءَ جي اولين شاعرن مان به آهي.

شاهه سائينءَ جي ڪلام جي ترجمن کي ڏسجي ٿو ته انگريزيءَ ۾ ڪجهه نالا نظر اچن ٿا. ايچ -ٽي سورلي، ليلارام وٽڻ مل، ايلسا قاضي، علامه آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر ايني ميري شمل، آغا محمد يعقوب، ڊاڪٽر درشهوار سيد، جي الانا، امينه خميساڻي ۽ ٻيا. اردوءَ ۾ ترجمو ڪرڻ وارن مان ڪجهه جا نالا هي آهن: الياس عشقي، شمشير الحيدري، منظور نقوي، آفاق صديقي، ابن انشا، جميل الدين عالي وغيره. انهن ترجمن کي توهان (Sporadic) ترجما چئي سگهو ٿا، ڇو جو انهن هڪ سُر يا منتخب ڪلام جو ترجمو ڪيو. مگر شيخ اياز شاهه عبداللطيف جي مڪمل ڪلام کي ترجمو ڪيو.

سچل سائينءَ جي ڪلام جي ترجمن ۾ به چند نالا اچن ٿا: جيٺمل پرسرام، ساڌو واسواڻي، تيرٿ داس هوت چند، ڊاڪٽر ڪرسٽوفر شيڪل ۽ ڊاڪٽر ايني ميري شمل سچل سائينءَ جي سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي ڪلام جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. انهن ۾ تيرٿ داس هوت چند جو نالو نمايان آهي، جنهن سچل جي فارسي مثنوين جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام جو منظوم اردو ترجمو ڪرڻ وارن ۾ رشيد احمد لاشاري، شفقت تنوير مرزا، آفاق صديقي ۽ محسن ڀوپاليءَ جا نالا اهم آهن. فارسي ڪلام جو منظوم سنڌي ترجمو ڪرڻ وارن ۾ هادي بخش مغل ۽ عطا

محمد حامي نمايان آهن. علي اڪبر درازي ۽ صديق طاهر سچل سائينءَ جي ڪلام کي سنڌي ۽ اردو نثر ۾ ترجمو ڪيو آهي.

اڄ آغا سليم جو نالو انهن (Sporadic) ترجمو ڪرڻ وارن ۾ نمايان آهي، جن لطيف ۽ سچل جو دل جي خلوص سان ترجمو ڪيو آهي.

آغا سليم جي ڪيفيت هن دفعي ڪجهه مختلف به آهي، ڇو جو هو سنڌي شاعريءَ ۾ جلالي ۽ جمالي رويئن کي محسوس ڪندي شاهه لطيف کي جمالي روايت ۽ سچل سرمست کي جلالي روايت جو شاعر سمجهي ٿو. پاڻ تعارف ۾ لکي ٿو:

"شاهه صاحب جي ساري شاعريءَ ۾ منصور جو ذڪر صرف ٻن بيتن ۾ ملي ٿو. جڏهن ته سچل سائينءَ جي سڄاٽپ ئي منصور ۽ منصوري موج آهي. شاهه سائينءَ جي ڪلام ۾ "مان" جي حوالي سان وجود مطلق ۽ حسن ازل جو اظهار نٿو ملي. شاهه صاحب کي جڏهن پنهنجي ذات جو عرفان ٿئي ٿو تڏهن هو ان جو اظهار "مان" جي بجاءِ "اسان" جي صيغي ۾ يا وري لوڪ داستانن جي ڪردارن جي حوالي سان ڪري ٿو. جڏهن ته سچل سرمست پنهنجي سرمستيءَ ۾ ساري ڪائنات کي لتاڙي انهيءَ مقام تي قدم رکي ٿو جتي منصور به نه پهچي سگهيو هو. هو وجود مطلق ۾ فنا ٿي چوي ٿو:

نامين نوري نامين ناري، مين هون رب جبار.

آغا سليم جو هي منتخب ڪلام سچل جي سرشاري ۽ سرمستيءَ جو مڪمل بيان آهي.

جسم و جان کے بھیس میں دلدار ہے پیارے،
جو ہے چھپ کر آیا،

رنگ میں بے رنگ نے سو رنگ دکھائے،
سچو رنگ رچایا۔

سچ پچ انهيءَ پوري ڪلام ۾ سچل سائينءَ پنهنجو رنگ رچايو آهي ۽ آغا ان کي اُن ئي طرح پکيڙيو آهي. آغا سليم اردو شاعريءَ جي روائتي انداز کي به قائم رکيو آهي:

خاص خداوند ہے پاک خداوند ہے،
گاہ وہ شرف بوعلی گاہ ابیچند ہے،
گاہ وہ آزادگی، گاہ پراگندگی،
گاہ وہ گریاں تپاں، گاہ وہ لب خند ہے۔

آغا سليم جو پنهنجو انداز وري هن طرح نمايان آهي:

یار جھوم کے آیا چھم چھم پایل باج رہی،
کیا کیا غمزے یار سجن کے، کیا کیا نرت دکھایا۔

سندس ترجمي جي هن خوبيءَ کي بہ ڏسو:

عشق کی راہوں میں اجیارا،
جس سے پھوٹے درد کا دھارا،
عاشق روئیں اور کراہیں،
پل پل ٹھنڈی سانسیں آہیں،
عشق ہے آہ و زاری پیارے۔

سچل جي عشق جي تپش کي محسوس ڪندي آغا، ترجمي منجهہ انهيءَ ڪيفيت کي برقرار رکيو آهي. سچل جي سرمستي هجي يا نيازمندي، آغا سليم انهيءَ ڪيفيت کي جيئن جو تيئن منتقل ڪيو آهي سچل سائين چيو:

ميري آهيان، مندي آهيان، بيشڪ بندي آهيان،
عيب نہ کولڻا ڍڪين منهنجا ڍولڻا.

۽ آغا اُن ڪيفيت کي هنن بولن ۾ آندو:

اے محبوب میں میلی اور عیبدار ہوں،
لیکن پھر بھی تیری باندی ہوں،
تو مجھے ڈھانپ لے، اور میرے عیب نہ کھول،
جیسے تیسے مری لاج رکھ لے۔

هن منتخب ڪلام رستي سچل جي فڪر کي عام ڪيو ويو آهي. سچل جيڪو "سچ" ۽ "حق" جي علامت آهي ۽ جنهن تصوف جي روايت کي شاعريءَ ۾ تصوف جي لاءِ سرفروشيءَ جو علم بلند ڪرڻ واري منصور حلاج کان پوءِ، انهيءَ روايت کي زنده رکيو. منهنجي نظر ۾ سچل اڃا اسرار آهي. اسرار تان پردو ته پاڻ کنيو اٿائين، ۽ اسين ڪوشش ڪري رهيا آهيون ته انهيءَ فهم کي سمجهون، جنهن سان "پرين يا پريتم" ملي. انهيءَ ڪري، سچل سائينءَ تي هاڻي لطيف سائين کان پوءِ ڪافي ڪجهه لکيو پيو وڃي، تحقيقي ادارو به قائم ٿيو آهي جنهن ۾ تحقيق جو اڻ کٽ سلسلو هلي پيو آهي، جيڪو سچل سائينءَ جي لاءِ خراج عقيدت جو هڪ انداز آهي.

شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ انهيءَ سلسلي ۾ هڪ قدم اڳتي کنيو آهي ۽ "سچل چيئر" قائم ڪئي آهي. انهيءَ چيئر سچل جي فڪر جي سربلنديءَ لاءِ گهڻي محنت ڪئي آهي. سچل جو سنڌي، سرائيڪي ۽ اردو ڪلام، قلمي ۽ ڇپيل نسخن کي سامهون رکي معياري متن قائم ڪيو پيو وڃي. فارسي ڪلام کي ڊاڪٽر ابراهيم خليل نقوي مختلف قلمي ۽ ڇپيل نسخن کي سامهون رکي ترتيب ڏئي رهيو آهي، جيڪو ڇپجڻ لاءِ تيار آهي. سچل جي متعلق ڇپيل ۽ قلمي مواد کي هن چيئر ۾ محفوظ ڪيو پيو وڃي. هر سال سچل سرمست تي شايع ٿيندڙ ڪتابن، مضمونن ۽ مقالن جي ببليوگرافي تيار ٿيندي آهي. هيءَ خدمت سچل جو هڪ فدائي، محمد علي حداد سن 1982ع کان لڳاتار ادا ڪري رهيو آهي. انهيءَ کان سواءِ اسڪالرن جي گيلري ۽ موسيقارن جي گيلري، سچل چيئر ۾ قائم ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ سچل جي اسڪالرن ۽ موسيقارن جون تصويرون سينگاريون ويون آهن.

وحدت الوجود، تصوف، سچل جي دور ۾ سنڌ جي تاريخ ۽ هر اهڙي موضوع تي، جيڪو سچل سان تعلق رکندڙ آهي، ان متعلق هڪ بيش بها ڪتب خانو به سچل چيئر ۾ قائم ڪيو ويو آهي.

سچل سرمست جي ڪلام کي قديم ۽ جديد فنڪارن جي آواز ۾ ڳايل آڊيو ويڊيو ڪيسٽن تي محفوظ ڪيو ويو آهي. سچل سرمست تي ڪيل تقريرن، سيمينار، ليڪچر ۽ موسيقيءَ جي محفلن جون به آڊيو ويڊيو ڪيسٽون محفوظ ڪيون ويون آهن.

اسان جي اها ڪوشش آهي تہ سچل سائين تي ڪنهن بہ موضوع تي تحقيق ڪندڙ کي سمورو مواد هن "سچل چيئر" جي ڇت هيٺان ئي ميسر ڪري ڏيون، ۽ ان کي هن سچل چيئر جي عمارت کان ٻاهر ڪنهن بہ ٻئي طرف وڃڻ جي ضرورت ئي محسوس نہ ٿئي.

سچل سائينءَ سان محبت ۽ عقيدت جي اظهار طور سچل چيئر طرفان هي منتخب ڪلام جو ترجمو شايع ڪيو پيو وڃي.

مان هتي تنوير عباسيءَ جو ذڪر ضرور ڪندس، جيڪو نهايت ئي خلوص سان "سچل چيئر" کي سچل سائينءَ جي خيال وانگر دائمي حيثيت ڏيڻ گهري ٿو. سندس ئي ڪوشش ڪري آغا سليم کان هي منتخب ڪلام جو منظوم ترجمو هٿ ڪري سچل چيئر جي اشاعتي سلسلي کي برقرار رکيو ويو آهي. مان آغا سليم جو بہ، تعاون ۽ محبت جي جذبن سان پريل، هن تحفي تي احسانمند آهيان.

آغا سليم جي اردو ترجمي "منتخب ڪلام سچل سرمست" لاءِ
لکيل مهاڳ جو ترجمو



## ناري پبليڪيشن جا شايع ٿيل ڪتاب جيڪي وڪري لاءِ موجود آهن

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1 | روشن چانورو (ڪهاڻيون) | ثميرا زرين | 50/= |
| 2 | پيار جو آئينو (ناول) | وشنو ڀاٽيا | 25/= |
| 3 | داستان مير (شاعري) | مير غلام الله خان ٽالپور | 50/= |
| 4 | هٿ ريڪائن ڪان خالي (ناول) | محمود مغل | 20/= |
| 5 | علي بابا گم (ٻالڪ ناول) | جيورام جوشي | 20/= |
| 6 | اسين جيڏرا آهيون (آتم ڪٿا) | محمود مغل | 75/= |
| 7 | هٿين هٿ ڪڙول (جيل ڊائري) | طارق اشرف | 100/= |
| 8 | ماندي ٿي نه مارئي (شاعري) | استاد بخاري | 100/= |
| 9 | امريڪا جا رنگ (سفر نامو) | ڊاڪٽر حيدر سنڌي | 75/= |
| 10 | ستارن ۾ لکيل سوکي جي ڪهاڻي | ايريا انجنيئرنگ موتن | 100/= |
| 11 | غزل چو نه چوان (شاعري) | نذير ناز | 150/= |
| 12 | جيون ليکا (ناول) | منصور ٿلهو | 80/= |
| 13 | نم جي چانوري ۾ (شاعري) | عذرا سرور | 100/= |
| 14 | جي هانءَ نه هاري (ڪهاڻيون) | منصور ٿلهو | 80/= |
| 15 | اڌوري چاهتون ۾<br>گهري اڌوري لڙڪي (شاعري) | اردو ۾) ميمونا راؤ علي | 100/= |
| 16 | زندگي يوڳ (ناول) | منصور ٿلهو | 100/= |
| 17 | زڏڻي جي راڻي (رڌ پچا جو ڪتاب) | پونم بلواڻي | |
| 18 | امن جي تلاش (ڪهاڻيون) | شگفته شاهه | |
| 19 | لهرن لک لباس (مضمون) | نذير ناز | |
| 20 | ڪيئن وساريان ويڙيچن | وينا شرنگي | |
| 21 | يوگ آسڻ | چئنچنداس<br>رامچنداڻي آريه شيوڪ | |
| 22 | جيل ڪي ڊائري (جيل ڊائري اردو ۾) | اختر بلوچ | |

ڪتاب گهرائڻ لاءِ ايڊريس

ناري ميڊيا سينٽر 443/3 صدر حيدرآباد



اسان جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي پاڻ پنهنجي اکين سان سنڌ ۽ سنڌي سماج جي انهن پوڻن ٻن سئو سالن جي غلامي جي پوين 47 سالن جي عرصي کي پنهنجي اکين سان ڏٺو ۽ ان جو مشاهدو ۽ تجزيو ڪيو.

اسان جو سچل به انهي سلسلي جي ڪڙي آهي. عطا محمد حامي پنهنجي ڪتاب "نينهن جا نعرا" ۾ لکي ٿو ته: "سچل سائين انهيءَ زماني ۾ پرورش پاتي، جيڪو سياسي لحاظ کان پر آشوب هيو. شاهه عنايت جهوڪ واري ۽ مخدوم عبدالرحمن کهڙن واري جي شهادت جي ياد پراڻي نه ٿي هئي. ڪيترا ماڻهو جيئرا هئا، جيڪي مٿين واقعن وقت موجود هئا. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ۽ سندس پاءُ عطر خان جي ويڙهه، مير بهرام خان جو پنهنجي پٽ مير صوبدار خان سميت جو بي دردي سان قتل ٿيڻ، ميان سرفراز جو شهيد ٿيڻ ۽ مير بجار خان جو دغا سان قتل ٿيڻ وغيره سمورا واقعا سچل سائين جي وقت ٿيا. انهن کان سواءِ ڪلهوڙن جي ڪمال جو سج لهڻ ۽ ٽالپرن جي اقبال جو آفتاب اڀرڻ، سچل سائين پنهنجي اکين سان ڏٺا. هيءُ اهو زمانو هو، جڏهن مدد خان پٺاڻ سنڌ ۾ اچي پنهنجي قهر جو طوفان ڪڙو ڪيو هو."

(مقدمو تان ڪنيل سِٽون)

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَڻَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)